ڪهڙي قصي جي آهين شهزادي
مون تي ڇو راز جئن کُلي پئي آن
منهنجي جيون جي رڻ مٿان پياري
ڪنهن ڇَمر ڇاٽ جئن ڇُلي پئي آن

تنهنجي آئي، لڪي وئي مايوسي
ٿي وئي آ رنگين تنهائي
تنهنجي هوندي بہ مان اڪيلو پر
ڇا تہ آهي حسين تنهائي

آءُ وَهمي، نہ آهيان سودائي
پر مقدر ڪان ڪجهہ ڏِنل آهيان!
ڏِس! ڳنڌيو ٿئي، تہ ڪِين ڇِنجان هاڻ
روح تائين اڳئي ڇِنل آهيان!

_ اسحاق سميجو

**Roshni Book No. 761**

ڪتاب جو نالو: رنگين تنهائي (شاعري)

شاعر: منصور سيتائي

ڇاپو پهريون: © روشني 2016ع

ڪمپوزنگ: فياض منصور

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ.

**قيمت: =/200 روپيا**

# RANGEEN TANHAI

Poet by: **Mansoor Seetai**

Composed by: Fayaz Mansoor

Printed by: Fine Communication, Hyderabad Sindh

Published by: Roshni Publication, Kandiaro

First Edition © Roshni 2016


## اسٽاڪسٽ


شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد.

پنائي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد+ حيدرآباد لا هائوس، سامهون حبيب بئنڪ اسٽيشن روڊ، حيدرآباد

ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي.

حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ، سڄاول + لال بخش نيوز پيپر ايجنٽ، ٺٽو

رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو

مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو

اشرف بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه + رائلز ڪتاب گهر، سڪرنڊ

سڪندري بوڪ ڊيپو ڪنڊيارو + حافظ ڪتب خانو ڪنڊيارو+ مهراڻ بڪ ڊيپو، ڪنڊيارو

المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ ،العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ

سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو + مراد بڪ اسٽال، سيوهڻ

مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين - سوجهرو ڪتاب گهر، بدين

ٿر ڪتاب گهر، مٺي + ساگر ڪتاب گهر، مٺي

ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر - عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر - الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز، سکر

گل ڪتاب گهر، لکي در، شڪارپور

تهذيب نيوز ايجنسي، خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس

لغاري بڪ ڊيپو ٺري ميرواهه + مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر، درازا ،قاسميه لائبريري اسپتال روڊ ڪنڊيارو.

# ارپنا

تصوف جي رنگن ۾ رنگيل،

عمر خيام جي رُباعين جهڙي خوبصورت

"**بانو**" جي نانءِ

جنهن جي وارن جي ونگن مان

اڄ بہ آجو ٿي نہ سگهيو آهيان!

# فهرست

# پنهنجي پاران

مون پهريون شعر 1985ع ۾ ستين ڪلاس ۾ پڙهڻ دوران لکيو هو. قافين، رديفن کان اڻ ڄاڻ هُئس، نہ ئي ڪا وزن بحر جي خبر هُيم، پر الائي ڪيئن اسڪول جي رف بوڪ تي لکي ويٺس تہ :

چنڊ بہ پنهنجي تارن سان گڏ،
مان اڪيلو ڇو؟
گل بہ پنهنجي خوشبو سان گڏ،
مان اڪيلو ڇو؟

اُنهن ڏينهن ۾ هاءِ اسڪول سيتا روڊ ۾ سائين فياض بلوچ (جيڪو پاڻ بہ هڪ برجستو شاعر آهي) ۽ محترم قمر يارن پڙهائيندا هيا، جن جو ادب سان گهرو لاڳاپو هيو ۽ سيتارو ڊ ۾ سنڌي ادبي سنگت جو بُنياد وجهندڙ پڻ هئا. تن مون کي اُستاد محترم پيرل پرديسيءَ جو ڏس ڏنو. جنهن مون کي نهايت ئي محبت ۽ شفقت سان شعر لکڻ جو فن (عروض) سيکاريو. گهڻو پوءِ اردو ۽ جديد سنڌي ادب پڙهڻ کان پوءِ مونکي خبر پئي تہ شاعري فقط غزل جي هيئت ۾ تڪ بندي ڪرڻ جو نالو ناهي، ان ڪري مون شاعريءَ ۾ پنهنجي اظهار جي بيان لاءِ نَين وُسعتن، ندرت ۽ لطافت جي تلاش جاري رکي.

مان بنيادي طور غم پسند ماڻهو آهيان، تنهن ڪري غمگين شعر وڌيڪ وڻندا اٿم. اهوئي سبب آهي جو مون پنهنجن ڏُکن کي بہ شعرن ۾ سُهڻو ڪري پيش ڪيو آهي، ڇو تہ منهنجي نظر ۾ شاعري حُسن ڪاريءَ جو ٻيو نالو آهي. شاعري ئي آهي جنهن مون کي مُسڪرائڻ جو فن سيکاريو آهي ۽ اها مُسڪراهٽ غم جي سرچشمن مان ڦُٽي نڪرندي آهي. تجربي ۽ شعر جي پيشڪش ۾ گهرو ربط هُئڻ گهرجي،

مان اُن پيشڪش ۾ ڪيترو ڪامياب ويو آهيان، اهو اوهان پڙهندڙئي ٻڌائي سگهو ٿا. شعر جو معراج شاعر جي سيبتائي، ذوق ۽ فطرت جي فيض سان حاصل ٿيندو آهي.

مون شاعري گهٽ ڪئي آهي، پوڳيو گهڻو اٿم. منهنجون رچنائون منهنجين پوڳنائن مان ئي جنم وٺنديون آهن، بس درد ئي آهن جيڪي ڪاغذن تي اوتي رکندو آهيان- اِهو ڏسندڙ ۽ پڙهندڙ جي پنهنجي محسوسات، پسند اڻپروچ تي ڇڏيان ٿو ته هُو اُنهن کي ڪيئن ٿو ڏسي ۽ ڪيئن ٿو محسوس ڪري. مون ته فقط اُن لاءِ شاعري ڪئي آهي؟ جيڪا اڄ تائين نه مون سان ملي آهي ۽ نه ئي مون کان جدا رهي آهي.

سدائين گڏ سدائين دور مون کان،
هُجين جڻ تون نديءَ جو ٻيو ڪنارو.

مان پنهنجن نهايت پيارن دوستن شهزاد سيتائي ۽ مقبول احمد سولنگيءَ جو تمام گهڻو احسانمند آهيان، جن جي محبت، مدد ۽ دعا زندگيءَ جي هر موڙ تي ٿڌي ڇانوري جو احساس ڏياريندي رهي آهي.

آئون سائين بشير سيتائي، سائين سرمد چانديو ۽ پنهنجن پيارن دوستن علي دوست عاجز، اسحاق سميجو، نواز خان زئور، سقراط سيتائي (شبير سومرو) جو بي حد مشڪور آهيان جن منهنجي ڪتاب تي پنهنجا محبت ڀريا رايا ڏنا. آخر ۾ آئون پنهنجن پيارن انجنيئر احمد نواز سولنگي، محمد سميع سولنگي، غلام سرور ملاح، وسيم آڪاش، محمد ايوب سيال، رينواز سولنگي، سليمان سومرو ۽ ڀيڻ بلقيس سومرو جو بي حد شڪر گذار آهيان جن مون کي هن ڪتاب جي اشاعت لاءِ هر وقت پٺي همٿايو آهي.

**منصور سيتائي**

03332797889

Solangi.mansoor@yahoo.com

## رنگين تنهائيءَ تي لتل محبت جي شاعرانہ بشارت

منصور جو اصل نالو ميهر/ميهار آهي، ۽ اهو نالو ”سهڻيءَ“ جي محبوب جو آهي-مونکي پوريءَ ريت معلوم نہ آهي، تہ منصور جي سهڻي ”سيتا“ آهي، ”شاعري“ آهي، ”بانو“ آهي، هن جو محبوب دوست“ شهزاد سيتائي“ آهي، يا ڪو بيو پر اها خبر ضرور اٿم تہ هن پنهنجو اهڙو دلڪش نالو پنهنجي دور جي گهائيندڙ حالتن ۾ سنڌ جي قومپرست سياست ۾ عملي طور شموليت سبب تبديل ڪيو- ايئن ئي سولنگيءَ مان سيتائي پنهنجي شهر ”سيتا“ جي تاريخي نالي کي تبديل ڪري، ان کي رحماني نگر بڻائڻ واري دقيانوسي نفسيات کي رد ڏيڻ لاءِ ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ جي ڪئين تاريخي شهرن، علائقن ۽ جاين جا نالا تبديل ڪري، انهن جي تشخص کي تباهہ ڪيو ويو ۽ اهو سڀ هڪ مخصوص نفسيات تحت ڪيو ويو. جنهن موجب ماڻهن کان پوءِ شهرن ۽ جاين کي بہ مسلمان بڻائڻ جي مهم هلائي وئي. سيتا جي شاعرن پنهنجي نالي سان پنهنجي آبائي شهر جي نالي کي ڳنڍي، وطن سان محبت جو رشڪ جوڳو مثال قائم ڪيو آهي. هنن پنهنجي شهر جي اصل نالي ۾ تشخص کي بچائڻ لاءِ پنهنجون ذاتيون ايئن لاهي ڦٽي ڪيون آهن. جيئن دودي سومري جي موت واري سانحي تي ٿر جي ريبارين پنهنجا رنگين لباس اڇلي ڦٽي ڪيا هئا ۽ هميشہ لاءِ ڪارا وڳا اوڍي، پنهنجي احتجاج ۽ غم کي صدين تائين ڦهلائي ڇڏيو هو. سيتائي شاعرن ”سيتا“ سان محبت کي هڪ روايت بڻائي ڇڏيو آهي.

سيتا دادو ضلعي جو هڪ ننڍڙو شهر آهي. شيخ اياز شڪارپور کي هڪ ”ڪيفيت“ سڏيو آهي، سيتا بہ هڪ ڪيفيت ئي آهي. شهر

جي وچ مان تلوار جي ڏار جهڙي گذرندڙ ريل جي ٻن پٽڙين جي آس پاس ڦهليل گندگيءَ جي ڍيرن. ذات ۽ قبيلي جي بنياد تي هڪ ٻئي جا ڳوٺ ۽ گهر جلائيندڙ وحشتن. رات جي اونداهين ۾ چورن وانگر رستن تي ڪاهي ايندڙ ڏپ جا سپ ۽ ويرانيون. رکي رکي وڌندڙ بدامني، سياسي لاوارثي، انتظامي بدانتظامي، شهر جي چوطرف موجود فصلن جي روح پرور ساوڪ. پاٽيءَ جي ننڍين ننڍين ڍورن ۽ ڍنڍين جي اندر ۾ ترندڙ مڇي ۽ سطح تي جهومندڙ ڪنول جي گلن جي حسناڪ ماحول. ٻهه. پبڻ ۽ ٻوريءَ جي پيلي ڪائنات سيتا کي هڪ متضاد استعارو بڻائي ڇڏيو آهي. فطرت جي عطا ۽ ماحول جي اذيت گڏجي، منصور سميت سيتا جي اڪثريتي شاعرن جي ذهن سازي ۽ تخليقي تربيت ڪري رهي آهي. مري مري جيئندڙ ماحول ۾، هي شاعر، زندگيءَ کي زنده رهڻ جي قابل بڻائڻ لاءِ، ڪنهن ڪرشمي ساز وانگر پنهنجيءَ ڌن ۾ مگن آهن. هتان جا ڪيترا ئي شاعر، منصور جي استاد پيرل پرديسي سيتائيءَ تائين بيڙي ٻاڌا رهيا آهن- پر جون اهي بيڙيون جيڪي ڪڏهن ڪي مقامي شاعر ٻـ ناهيندا هئا، تن ۾ پريل هندستاني تماڪ پيئندڙن جا ايئن ئي ڦڦڙ ساڙيندو آهي، جيئن انهن شاعرن جون ستون عشق جي آڳ ۾ سڙندڙ دلين ڏڳائڻ جو ڪم ڪنديون آهن. منصور جي شاعري ان ئي قبيلي جي شاعرن وچ ۾ پلجي جوان ٿي آهي. هن جي شاعري، دلين جي لڇ پڇ ۽ ٻي چينيءَ کي اياري ٻـ ٿي ۽ ماري ٻـ ٿي. هيءَ شاعري اهي آگريون آهن، جيڪي ڪو هنيلو محبوب پنهنجي عاشق تي رحم کائي ان جي وارن ۾ ڦيرائيندو آهي. هن شاعريءَ ۾ پڳل تتل حسرتن ۽ رانديڪن جهڙن خوابن جي هڪ سادي سودي پر گلرفل ڪائنات آهي. منصور جي شاعري، هن جي پنهنجي عاشق مزاج ۽ پرجوش پيار وانگر اڻ جهل ۽ بي ساختہ اڇل نما آهي. جوش ۽ جذبي جي شدت غلطين جو سبب بڻبا آهن، اهڙيون غلطيون هن کان ٻـ ٿين ٿيون ۽ ڪٿي ڪٿي سادگي سطحيت کي ڇهڻ لڳي ٿي، پر محبوب جي ٻانهن ۾ ”عشق جا 40 اصول“ ڪٿي ٿا ياد رهن، ۽ نيٺ ٻـ ڪٿي نـ ڪٿي سليقي جو پلئہ هٿن مان ڇڏائجي ئي

وڃي ٿو- ان ڪري توڙي جو محبت ۽ فن ٻئي سليقي کان سواءِ ممڪن نہ آهن، پر ٻنهي ۾ ماڻهو اِنترو محو هوندو آهي، جو ان کان وسري ويندو آهي تہ ڪٿي ڪٿي، ڇا ڇا ڪرڻو هو!

شاعريءَ جو هڪ مک مقصد حسن جي تخليق بہ آهي. حسن هڪ موضوع ئي نہ آهي، فلسفي ۽ آرٽ جي دنيا جو مڪمل مڪتب بہ آهي. حسن جي ڪا اڪيلي، واحد ۽ مخصوص تشريح ۽ ٺوس شڪل ٿي نٿي سگهي. اهو ڏسڻ، محسوس ڪرڻ، چکڻ ۽ ڇهڻ جا ڪيئي ذائقا ۽ سواد رکي ٿو. هر دور جو شاعر حسن جي تشريح لاءِ نوان بنياد ۽ معيار قائم ڪندو آهي، ۽ نين نين ڳالهين، عڪسن، لفظن ۽ معنائن جي ميلاپ سان تصورن کي رنگينيون بخشيندو آهي. جماليات جي اها ديو مالائي دنيا فئنٽسي وانگرِ سچ کان مٿانهين ۽ حقيقتن کان حسين ٿيندي آهي. منصور بہ جابجا نرالي نوع جا دل لڀائيندڙ ۽ ڏيان جي ڍنڍ تي ترندڙ دلڪش ڪنولن جهڙا تخليقي تصور ۽ جمالياتي منظر پيش ڪري، اعليٰ شاعراڻين روايتن جو ڀرم رکيو آهي.

جنهن بہ رستي سان وڃي ٿي سانوري،
ڦول ٿا ڦٽندا وڃن ان جي پنيان!

...

منهنجو وجود ئي ويو رنگجي، اي پيارَ ڏس!
جڏهين کان تنهنجي نانءَ جي مَيندي مَکي
اٿم.

سوين فضول شعر لکڻ کان ڪو هڪ دلڪش شعر لکڻ وڏيڪ قابلِ عزت ڳالهہ آهي. منصور جو پوبون شعر ئي هن کي شاعر طور قبوليت ڏيارڻ لاءِ ڪافي آهي. پيار جي جذبي جي اها رنگا رنگي ۽ هوليءَ نما حالت هن جي شاعريءَ جي تنتن ۾ محوِ سفر آهي. محبت جي خرابي اها آهي تہ جي ماڻهوءَ جي مٿي تي چڙهي وبهي، تہ زماني جا هزار لوڏا ۽ زلزلا بہ هن کي لاهي نٿا سگهن. نشو تہ لهي ويندو آهي، جادو بہ ختم ٿي ويندو آهي، پر محبت پهاڙي نديءَ ۾ چاڙهہ وانگر چڙهندي ئي ويندي آهي. منصور مونکي شاگرديءَ جي زماني ۾ فراق

گورکپوريءَ جي رباعين جو ڪتاب ”روپ“ پڙهايو هو. جمالياتي شاعريءَ ۾ ”روپ“ جي حيثيت ڪرشن جي گوپين ۾ راڌا جهڙي آهي، يا موتين جي هارَ ۾ گلاب جهڙي آهي. ان جي هڪ سٽ مونکان ڪڏهن بہ ناهي وسري:

قد هي ڪ چڙهتي ندي ڪا بهائو...

ايئن ئي وقت سان گڏ منصور جي شاعريءَ ۾ محبت چڙهندي ئي رهي ٿي. اها هڪ گئونج مان ہوتي ۽ گل مان گلزار ٿيڻ جي حالت کي پهچي وئي آهي. هاڻ اها ڦڙو ڦڙو ٿي ايتري وڏي وئي آهي، جو هن جي دل جي ننڍڙي تلاءَ ۾ سمائجڻ جي نہ آهي. ان ڪري اها ڪڏهن اٿل کائي هن جي اکين جي ڪنارن کي پسائڻ لڳي آهي تہ ڪڏهن ٻاڦ ٿي، آهَ جي صورت ۾ فضا کي بادلن سان ڀري رهي آهي.

دل جي تختيءَ تي روح سان رچيل،
تنهنجي اکڙين جون آيتون آهن.

...

روشنيءَ ۾، رنگن ۾، جهرڻن ۾،
تنهنجو جلوو ٿو جابجا ڏسجي!

...

خوشبوئن سان واسجي ويو آ وجود،
تنهنجي ياڪر سان بسنتي در کليا.

...

آءُ نيڻن سان مان ٻَڌانءِ پٽيون،
تنهنجي پيرن سان پيار آ مونکي.

منصور جي شاعري ٻهراڙيءَ ۾ جائي آهي ۽ ان شهر ۾ اک کولي آهي. اهو الميو اسان جي هر شاعر سان ٿيو آهي. منهنجو هڪ شعر آهي:

ابتڙ جو ميلاپ سکئين اسحاق ڪٿان،
دل ڳوناٺي ۽ اک شهري۔ ڪير ڏسي!

ايئن اسان جي جڙن ۾ ڳوٺ ۽ شاخن تي شهر ڦٽل آهي. ڳوٺ مسلسل ڇڪي رهيو آهي ۽ شهر زنجير ٻڌجي پيو آهي. هڪ نرالي

ڪشمڪش، هڪ نفسياتي الجهاءُ ۽ اندر جي پيچ ڍاهہ جو ڪائيندڙ تجربو نئين سنڌي شاعريءَ جو انفرادي موضوع آهي، جنهن جا مختلف عڪس منصور جي شعرن ۾ بہ پاڻيءَ مان نڪتل مڇين وانگر ڦٿڪندا، اڇلون ڏيندا ۽ لهندا ايرندا نظر اچن ٿا.

نہ پايل، نہ چوڙيون، نہ گجرا ڏئي ويو
ڪراچيءَ مان منهنجو چڱو ساجن نہ موٽيو!
ايندس عيد تي، ڪوڙا واعدا ڏئي ويو
نہ پايل، نہ چوڙيون، نہ گجرا ڏئي ويو
رڳو سور ڏئي ويو ۽ سپنا ڏئي ويو
وني مون لئہ ڪنگڻ ۽ درپن نہ موٽيو
نہ پايل، نہ چوڙيون، نہ گجرا ڏئي ويو
ڪراچيءَ مان منهنجو چڱو ساجن نہ موٽيو!

هيءُ هڪ پرسوز دل گداز ۽ گهائيندڙ احساس آهي. شهرن ۾ هلندڙ نسلي ويڙهہ ڳوٺن ۾ ويٺل محبوبائن جي نگاهن سان ڏسڻ بلڪل جدا روش آهي. اها ويڙهہ جن بہ مقصدن تحت ويڙهجائي وئي، پر ٻهراڙيءَ ۾ انتظار ۾ ويٺل معصوم پکين جهڙيون اکيون ڪهڙيءَ ريت ندين ۾ بدلجنديون رهيون، ۽ احساسن جا جهنگ ڪهڙيءَ ريت شعلا شعلا ٿي جلندا رهيا. منصور جا شعر ان اذيتناڪ ڊرامي جي پرومو وانگر ئي آهن. هڪ مختصر ترائيل ۾ هن هڪ مڪمل ڊرامي کي سمايو آهي. شاعر لاءِ لازمي نہ آهي تہ هو ڪا ڊگهي ڪهاڻي بيان ڪري يا هزارين شعرن تي مشتمل مثنويون لکي، تڏهن ئي سمجهجي تہ هن ادب جا اڪ ڪارا ڪيا آهن. شاعر جا چند شعر بہ هن کي شاعر طور تسليم ڪرائي سگهندا آهن. شاعر جو تہ ڪم ئي ڳالهين، خيالن، احساسن ۽ طويل بيانن جي چانگ ڪرڻ آهي. هن جو امتحان ئي اهو آهي تہ هو شين کي وڏ ۾ وڏ مختصر ڪيئن ٿو ڪري سگهي. طوالت نثر ۽ اختصار نظم جو بنيادي گڻ آهي. ان ڪري شعر ٿوري ۾ گهڻو چوڻ تي ڪمال حاصل ڪرڻ جو هنر ۽ ڪاريگري آهي.شاعر کي جوهر پيش ڪرڻو آهي. حسن درس جي لفظن ۾ "عشق جي

ڪرنفل مان قطرا ٿي ٿمندڙ آدميءَ جي عرق“ کي سامهون آڻيو آهي. منصور بہ ڪيترن ئي شعرن ۾ ان ڪمال کي باڪمال طريقي سان ڪتب آندو آهي. ڇو تہ بهرحال هو هڪ شاعر ئي آهي.

مور من ۾ نچيا مُصور جي،
بُرش جُهوميا، حسين رنگ نچن.

..

جنهن تي ڏيئا ٻرن ، نہ گُل مهڪن،
آئون اُجڙيل اُنهيءَ مزار جيان.

...

ڇو اوچيون ايڏيون ديوارون ٿو جوڙين،
بند اگهڙ، آزاد هوائون چاهن ٿا.

شاعريءَ جون هزار تشريحون آهن، پر ان جي آسان سمجهاڻي اها آهي، تہ اها دل جي دل سان گفتگو آهي. “ماڻهو جمي ٿو جيئي ٿو ۽ مري ٿو وڃي”- انهن اٺن لفظن جي مختصر جملي ۾ جيڪا سادگي آهي، زندگي ان کان لکين ڀيرا وڌيڪ گهري، پيچيده، رنگارنگ ۽ ڦهليل آهي. ان جا مختلف فليور ۽ ذائقا چکڻا آهن، تہ دنيا کي احساس سان دريافت ڪندڙ شاعرن جي جادوئي ۽ ڪرشمہ ساز ڪاڪ محل کي اندر جي اک سان جاچڻو پوندو- جي ايئن ڪبو تہ شاعري تخيل آميز، افسانوي، دلپذير ۽ جيءُ پچائيندڙ دل جو سفرنامو نظر ايندي. ان ۾ جڳنوئن جي جاڳ آهي، بارشن جي اداسي آهي، خوابن جي پراسراريت آهي، ۽ هڪ اڻ لکي ڳولا جي ديوانگي آهي، جنهن جا واءَ تي پيرا آهن- هيءَ خاموشين جي خودڪلامي آهي، جنهن کي آواز جي معنيٰ تي فوقيت حاصل آهي، ۽ منصور ان ئي پر اسرار دنيا ۾ پنهنجي رنگين تنهائيءَ سان گڏ گيان ۾ وينو آهي، جنهن تنهائيءَ تي محبت ڪنهن بشارت وانگر لٿي آهي.

**اسحاق سميجو**

ڦيرين جنوري 2016

ڄامشورو

# غزل

نٿهڻ اُس ۾ هلندو رهيس، سِر تي سايو ڪونہ،
منزل ڏاڍي ڏور هُئي، پر مون گهٻرايو ڪونہ.

# منصور جو غزل

اسان جو دوست ”سيتا“ جي سُرهي مٽيءَ مان پيدا ٿيل اهڙو (committed) شاعر آهي جيڪو مختلف مرحلن کان ٿيندو بُوٽي مان ھاڻ تناور درخت جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي. منصور جو هي پهريون مجموعه ڪلام منظرِ عام تي اچي رهيو آهي، جنهن ۾ ڌرتي، ڌرتيءَ جي ماڻهن ۽ ماحول جا انيڪ رنگ ورق ورق تي چٽيل آهن. ”سيتا“ جو خطو هُونءَ بہ سنڌ جي مشهور معروف علمي ادبي سرواڻن عالمن، اديبن، شاعرن، سياڻن ڏاهن ۽ ساڃاهہ وند مور ماڻهن جي جنم ڀومي رهيو آهي، جن پنهنجي علم، ادب، فن ۽ فڪر جي جوت جلائي هُئي. اسين سڀ سيتائي، منصور سيتائي سميت اُن ئي تسلسل جون ڪڙيون آهيون. منصور سيتائي جي شاعري ادبي محفلن ۽ ميڙاڪن ۾ تہ آئون ڪافي عرصي کان ٻڌندو پئي آيو آهيان ۽ سندس سموري ادبي اوسر جو عيني ساکي آهيان، پر سندس غزلن جو اڀياس ڪندي، هُن جي ايڏي اُتساهہ ۽ اوج تي اچڻ تي حيران ضرور آهيان. منصور جي شاعري اڄ ڪلهہ جي عصري تقاضائن، سياسي ۽ سماجي وايو منڊل، انساني فڪر جي نون زاوين جي آس پاس گُذاري ٿي. عمر سان گڏ سندس سماجي ۽ قومي شعور پُختو ٿي ويو آهي. هُن وٽ ورجايل پاروٿا خيال ۽ ڏيارا نظريا ڪو نہ آهن. هُن وٽ فڪر جي جدت ۽ خيال جي ندرت آهي. سندس اسلوب دل آويز آهي ۽ وٽس ناهوڪي تخليقي سگهہ آهي، اندر جي ماجرا کي بيان ڪرڻ جو وٽس ڏانءُ آهي جيڪو هُن پنهنجي فڪري استادن، پنهنجي مطالعي ۽ تجربي مان حاصل ڪيو آهي. سندس لب لهجو سولو سلوڻو ۽ سليس آهي، جنهن ۾ عام ٻولي واري سُونهن

۽ سُگند آهي. ڪٿي هُو رومانيت ۾ ٻہ سماجي ۽ سياسي وايو منڊل
کي اهڙي طرح اظهاري ٿو وجي جو سوچ جا نوان نوان دريچا کُلن ٿا.
جنهن مان سندس ڏرتيءَ سان لڳاءُ (commitment) اردگرد جي ماحول
مٿان سندس ناقدانہ نظر ۽ پنهنجي ماڻهن سان ڳُوڙهو ڳانڍاپو ۽
اُنسيت جهلڪي ٿي:

اُتي مئڪدي مان اي منصور هل،
اسان لاءِ مقتل بہ آ مُنتظر.

شاعري ۾ زياده مشق آزمائي ۽ رياض بہ شاعر کي شاعراڻي جِلا بخشي ٿو. ڪيس لفظن کي ترتيب ۾ رکڻ جو ڏانءُ اچي ٿو. وٽس فصاحت بہ رهي ٿي تہ بلاغت بہ، خيال جي ندرت بہ رهي ٿي جدت بہ، رواني ۽ سلاست بہ !!

شعر جي رواني (Flow) مان ئي هڪ چٽو تاثر اُڀرندو آهي. شعر جو آهنگ جڏهن روح کي ڇُهندو آهي تہ هڪ قسم جو ارتعاش پيدا ڪندو آهي، شعر پنهنجي پوري معنيٰ ۽ مفهوم سان جيئن نکري نروار ٿيندو آهي، تيئن پڙهندڙ جي ذهن ۾ ائين لهرون پيدا ڪندو آهي جيئن پاڻيءَ ۾ ڪنهن پٿر اُڇلڻ سان پيدا ٿينديون آهن. شعر شاعر جي تجربي ۽ مشاهدي جي مٽي سان ڳوهيل هوندو آهي ۽ ان ۾ فن سان گڏ فڪري رَسُ پريل هوندو آهي. پوءِ هُن جي اُسلوب ۽ آهنگ مان خبر پوندي آهي تہ شاعر ڪيئن آهي، ڪهڙي مقام تي بيٺل آهي. منصور جي شعرن ۾ ترنم، ترتيب ۽ توازن موجود آهي، اهو ان ڪري جو هُن لڳاتار رياض ڪيو آهي. مشق ۽ محنت شاعر ۾ اهڙا گُڻ پيدا ڪندي آهي جيڪي ڪيس پُختہ ذهن (Mature) بڻائڻ ۾ مددگار هوندا آهن. نتيجي ۾ جڏهن هو محفل ۾ ڳالهائيندو آهي تہ سندس هر ڳالهہ مان بہ اهو گمان گذرندو آهي تہ هُو ڪا عام ڳالهہ ٿو ڪري يا شعر ٿو پڙهي. هرڻ جڏهن بہ چال ڏيندو آهي تہ هُن جي چال ۾ بہ هڪ لئہ، سُر، ترتيب ۽ توازن محسوس ٿيندو آهي ۽ هوُ جڏهن بہ هلڻ لڳندو آهي تہ اُن ۾ بہ ترتيب ۽ توازن جو رنگ محسوس ٿيندو آهي. اُهوان ڪري جو هُن پنهنجي زندگي هميشہ ڊوڙ ۾ گُذاري آهي،

ترتيب ۾ توازن هُن جي عادت بڻجي ويندا آهن، جنهن کي بين لفظن ۾ ”فطرتِ ثاني“ چيو ويندو آهي.

منصور وٽ سڀ موضوع آهن. حُسن عشق، مُحبت ۾ ناڪاميون، نراسايون، زندگيءَ جا نشيب فراز آسون اُميدون، زماني جا شڪوه شڪايتون، امن آزاديءَ جي تانگهه تڙپ، جهوريون ۽ جهوراٽا، پورهيت طبقي سان بي واجبيون ۽ بي اعتنائيون، آمر طبقي جا ڏاڍ ستم ڏهڪاءَ، ناحق ۽ نادري فيصلا، ڏارين جون ڏئونسون ڌمڪيون، ويساهه گهاتيون ۽ والارون، غريبن جون بي وسيون ۽ لاچاريون، غريب عورتن ۾ ابلائن سان امتيازي سُلوڪ ۽ ستمگريون، سماج جي گندي سيٽ اپ، بُکون، بدحاليون، بي روزگاريون، نوجوانن جون خودسوزيون مطلب تہ منصور ڪنهن بہ وارتا کي بيان ڪرڻ ۾ هبڪيو ناهي. وٽس اظهار جي جرئت ۽ قوت موجود آهي. سندس بيباڪ لهجي جو هي مثال ڏسو:

چو نہ تيلي ڏيان سماج اُن کي!
جنهن ۾ بُکَ جي ڪري ٿا ننگ نچن .

سندس شعرن مان جيڪا گنل پينل، فرسوده روايتن سان بغاوت اُبري سامهون اچي ٿي، اُها ان ڳالهہ جو چٽو دليل آهي تہ هُو انسان سوز حالتن سان سهمت (Adjust) ناهي. وٽس هڪ اڻ کُٽ تڙپ ۽ تانگهہ آهي، هڪ نرالي ريت پريت آهي، جُداگانہ ڏس ۽ گس آهي جيڪو هو پنهنجي ڏات ذريعي ظاهر ڪرڻ چاهي ٿو. پاپي سماج ۾ پلجندڙ پاپن تان هُو پردو کڻي ٿو. هُو پنهنجي ادبي منصبي فرائض کان غافل ناهي، هُو سماج ۾ ماڻهپي جو موت نہ ٿو چاهي بلڪ بربريت ۽ انتها پسنديءَ جو موت چاهي ٿو. انسان سوز روايتن ۽ ريتن جو خاتمو چاهي ٿو. انساني قدرن جي پامالي ۽ سماج جي بي اعتدالي ڪيس هميشہ تڙپ ۾ رکي ٿي ۽ سندس روح هميشہ اضطراب واري ڪيفيت ۾ رهي ٿو. هُو زخم خورده آهي. هُن وٽ احتجاج آهي، روح جي رَڙ آهي جيڪا هو ڏات ذريعي ڪيڊڻ چاهي ٿو. هڪ عام ۽ غير ذميوار شاعر وانگر شاعريءَ کي ذهني عياشي نہ ٿو سمجهي، پر هُو حقيقت پرست آهي ۽ حالتن جي نبض تي

هُن جو هٿ آهي. هُن وٽ ڏڏڪندڙ دل آهي. اُن ڪري هو پنهنجي ڌرتيءَ سان ۽ ڌرتيءَ واسين سان اڻ ميو پيار ڪري ٿو. هو هڪ روشن آئيندي جو خواهان پڻ آهي. هن مايوس ڪن حالتن ۾ بہ هُو مايوس ناهي، پر وٽس آس اُميد جا ڪِرڻا هُن جي روح ۾ روشن آهن ۽ هوُ روشن آئيندي جا خواب پنهنجي نيڻن ۾ ڪٽي هلي ٿو. وٽس اندر جا اوجر جذبا آهن جيڪي مايوسين جي ڌُنڌ ۾ ڌنڌلا ناهن ٿيا. وٽس هڪ سچائي آهي، نااُميدي ۽ نراسائي مان نڪرڻ جو ڏس پتو بہ آهي. هُو تبديلي جو خواهان آهي. هُن جي منزل هڪ انسان دوست دلڪش سماج ۽ پُرمُسرت زندگي آهي جنهن ۾ تاريڪين بجاءِ روشني جو راڄ هُجي.

عمر اوندهہ ۾ آ ڪٽي ساري،
روشني لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

**

گُهٽ بُوسٽ ۽ وحشتون چوڌس،
ڪير ڏِسجي بهار تو آٽي؟

منصور بنيادي طور غزل جو شاعر آهي. جنهن ۾ هُو پنهنجا گوناگون احساس اوتڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. مون سندس غزلن تي طائرانہ نظر وجهندي ائين محسوس ڪيو تہ منصور کي ڳالهہ ڪرڻ جو ڏانءُ آهي. پنهنجي احساس ۽ ادراڪ کي لفظن ۾ قيد ڪرڻ جو هنر آهي. غزل هُن جي داخلي ۽ خارجي ڪيفيتن جا مظهر آهن جيڪي گهڻ پاساوان (Multi-dimensional) آهن. غزل ۾ ڪجهہ رومانٽڪ ڇُهاءَ (Touches) ڏسو:

بهارن مهڪ ورتي، بادلن توکان وتيون چانئون،
چپن جا رنگ چورائي، ٽڙيون ڪيئي ڪليون آهن.

**

بدن منهنجي سان چنبڙي ويون، ائين بانهون تنهنجون هي جڻ،
ٻبر سان ويڙهجي ويئون، انگورن جون وليون آهن.

**

پيير پُکراج ۾ نيڻ نيلم سکي،
تنهنجي قدمن ۾ سارو هي عالم سکي.

❊❊

پريءَ جو پُور ۾ سوچون،
بدن آ چُور ۾ سوچون.

❊❊

مان هئس، تنهنجو آغوش هو
جڻ تہ رڻ ۾ نري رات هُئي.

❊❊

ڳلڙن جا صوف ڏنئي ، چپڙن جا تُوت ڏنئي،
تو پنهنجي بدن جي ڏني ، سوغات انوکي آ.

❊❊

مور من ۾ نچيا مُصور جي،
بُرش جُهوميا ، حسين رنگ نچن.

اُلڪن اوسيئڙن ۾ وڇوڙن جا وڇُور وري هن ريت آهن:

هي چاندوڪي اڪيلائي،
تنهنجو منصور ۾ سوچون.

❊❊

آ هلي اوچتو مري نہ وڃان،
ساهہ تي اعتبار ڪونهي ڪو.

❊❊

جنهن تي ڏيئا ٻرن ، نہ گُل مهڪن،
آئون اُجڙيل اُنهيءَ مزار جيان.

❊❊

جسم ۾ جان جلي آهي هڏن مُٺ بچي،
خاڪ منصور ٿئي جاني تہ ڇا پو ايندين.





منصور جي غزلن ۾ اهي ئي اندر جا اُڌما ۽ اُبڙڪا آهن. انهن مان اُهو ئي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ وٽس دوربين نگاهہ آهي، دردمند دل آهي، جُهريل جذبا آهن ۽ اهي هنرمندانہ نموني( Artistic way) سان بيان ڪيل آهن. منصور جي ان شاعراڻي هنر احساسات کي لفظن ۽ لهجن جي اهڙي طرح وڪڙ ۾ پڪڙ ۾ آندو آهي جو اهي هر پڙهندڙ کي پنهنجا احساس ياسن ٿا.

منصور سيتائي پنهنجي شعري مجموعي ”رنگين تنهائي“ ادب جي ميدان ۾ آڻي پنهنجي پڙهندڙن کي اچا بہ ويجهو ٿي ويو آهي. هي ڪتاب سندس سُجاڻپ لاءِ سنگِ ميل ثابت ٿيندو. ڇو تہ هن ئي ڪتاب ۾ سندس تخليقي سگهہ ۽ صلاحيت نروار ٿي بيٺي آهي جيڪا سندس همعصرن ۾ ڪيس ضرور متاهون ماڻُ بخشيندي.

بزم ۾ باهہ وئي لڳي آهي ،
شاعري ناهي ڄڻُ اُمارڙي آ .

آئون شاعري ۾ مقدار کان وڌيڪ معيار جو قائل آهيان. شاعرن جي هيڏي ڄَم غَفير ۾ آئون منصور کي هرويرو تڪڙ ۾ لکڻ ۽ گهڻو لکڻ جي تلقين ڪو نہ ڪندس. بلڪ اهو ضرور چوندس تہ هو ٿورو ئي لکي، مگر معياري لکي- ڇو تہ سنڌ کي هينئر معياري ترقي پسند شاعري جي ضرورت آهي. آئون هن جي روشن مستقبل، شاعرانہ وقار ۽ انفرادي سُڃاڻپ جو مُتمني آهيان. مون کي آس آهي بلڪ پڪو ويساهہ آهي تہ هو هڪ پائدار ۽ پُروقار مقام ناهڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿيندو.

**بشير سيتائي**

شاهہ آباد محلو دادو سنڌ

دوستو درياءُ يا ساگر نہ هو
عشق هو الله، پيغمبر نہ هو.

چنڊ بي رولاڪ رلندو ٿو رهي،
ڇو تہ هن جو مون جيان ڪو گهر نہ هو.

جو وٺي ڏئي سنڌ کي آزادگي،
ڪنهنجي اهڙو ذات ۾ جوهر نہ هو.

چنڊ، تارن، ڪهڪشائن ۾ تہ ڇا،
مون ڏٺو تنهنجو ڪٿي همسر نہ هو.

مان بہ اڏران هان مٿي آڪاش تي،
پر سلامت ڪوبہ منهنجو پَر نہ هو.

تون ائين ٿوڪر هڻي اڇلين نہ هان،
راهہ جو منصور ڪو پٿر نہ هو.



جيڪي ڳالهيون سدائين تو مني مونکان اليون آهن،
اهي سڀ ڳوٺ جي هر ڇوڪريءَ سان تو سليون آهن.

بهارن مهڪ ورتي، بادلن توڪان وتيون چانئون،
چمن جا رنگ چورائي تڙيون ڪيئي ڪليون آهن.

ڪڏي ڪانگن کي ڏيان يا باهه ۾ ساڙيان بئي تارا،
نه تيون پلجن، نه تيون پلجن اکيون هي بي پليون آهن.

بدن منهنجي سان چنبڙي ويون ائين ٻانهون تنهنجون هي چڙ،
ٻير سان ويڙهجي ويئيون انگورن جون وليون آهن.

نديءَ جي تک جهڙي وک، سنڌ ۾ آ چال هرڻيءَ جي،
تڏهن چوڏس سڄي ٻن ۾ وڳيون ڪيئي تليون آهن.

نه سي منصور ساڳيا رند ۽ ساڳيا نه سي ساقي،
اهي مئخانه ساڳيائي، اهي ساڳيون ڳليون آهن.



چنڊ اُپ تي ڪِڙيو- هلي آ ني،
شاخ تي گُل ٽِڙيو- هلي آ ني.

گيت آلاپ تا سڏن توکي،
سار جو سُر ڇِڙيو- هلي آ ني.

پنهنجي ٻانهن جو ڪو سهارو ڏي،
پير آ ٿاٻِڙيو- هلي آ ني.

عشق تا ٻاھ جو سمونڊ چَون،
ٻاھ مان ئي گِهڙيو- هلي آ ني.

آءُ منصور ساڻ پرچي پئو
چو آهين ڪاوِڙيو- هلي آ ني.



پير پکراج ۽ نيڻ نيلم سڪي،
تنهنجي قدمن ۾ سارو هي عالم سڪي.

ٿڪ ڏين تون تہ اندلٺ ٿي اپري پوي،
وار چوڙين، اچن پرجي آگم سڪي.

آئون 'ها' - 'نہ' ۾ اڪثر ٿو اٽڪي پوان،
ايترو بي نہ ڳالهاءِ مبهم سڪي.

تون جي گڏ آن تہ محشر ۾ مرڪان نچان،
تون جدا عيد جو ڏينهن، ماتم سڪي.

آءُ نيڻن سان تنهنجي چپن کي چمان،
تنهنجي پيرن ۾ پنهنجو ڏيان دم سڪي.

مان بہ منصور سرمد جو پاڙيسري،
ڏي پلي، ڏي پلي، ڏي پلي غم سڪي.



مُنهن لٽل آهي، اک آلي ٿئي،
تنهنجو منصور اڄ سوالي ٿئي.

پيار ڏيندڙ پُنيان پُنيان ٻوڙي،
دوست دلڙي بہ منهنجي ڏالي ٿئي.

'ناز'* وانگر ڪندين لٽا ڪارا،
چو نہ سمجهين ٿو هوءَ 'بالي' ٿئي.

چاهہ جو تو چکيو ڪو ڏاڙهون آ،
يا چپن تي لڳل ڪا لالي ٿئي.

دوست هر هر سوال ڪن ٿا هي،
هُن سوا ڪيئن حياتي جالي ٿئي.

سُونهن ۽ سنڌ جي سدا من ۾،
پريت منصور ڪيڏي پالي ٿئي.



---

ناز: مير علي نواز ناز، بالي: اقبال بيگم

سار ڪا ساربي آ سارَ جيان،
عمر گُذري پئي انتظارَ جيان.

جنهن ۾ ڏيئا ٻرن، نہ گُل مهڪن،
آئون اُجڙيل اُنهيءَ مزارَ جيان.

عمر ڀر نوڪرن ۾ آ رهيو،
پيار منهنجو يتيم ٻارَ جيان.

روح منهنجو وڏي وَيو آهي،
تنهنجو لهجو تِکو ترارَ جيان.

آئون منصور ٻُوٽو مُرجهايل،
آءُ مون تي ڪڏهن بهارَ جيان.



روز تا ايندا رهن هڪ ٻئي پُٺيان،
درد جا سپ قافلا منهنجي پُٺيان.

جنهن بہ رستي سان وڃي ٿي سانوري،
ڦُول تا ڦُٽندا وڃن هُن جي پُٺيان.

هر ڪو ٻئي تي وار ٿو هڪدم ڪري،
پُٺ ورائي ڪنهن ڏٺو ناهي پُٺيان.

دوستو اڄ جو ڏِسو اُلٽو رواج،
’هِير‘ ٿي رُلندي وتي ’رانجهي‘ پُٺيان.

ڇا منجهان منصور تون ڇا ٿي وئين،
ريگزارن ۾ رُلي پاڇي پُٺيان.



جڏهين ڪان تنهنجي سُونهن جي سُرڪي چکي اٿم،
دل ديد تنهنجي ڏُوار تي دلبر رکي اٿم.

آ نفرتن جي نانگ کي ماري ڦٽو ڪيو
هِت امن عشق پيار جا پاليا پکي اٿم.

منهنجو وجود ئي وبو رنگجي اي پيارَ ڏس!
جڏهين ڪان تنهنجي نانءَ جي ميندي مکي اٿم.

دردن جي دادلي آهيان، سورن جو ساٿ آ،
تنهائي ساڻ سنگ ۾ سهٽي سکي اٿم.



گھٽا گُنگنايو تہ تون ياد آئين،
گُلن مُسڪرايو تہ تون ياد آئين.

اڪيلو ڪري سڀ ائين سُور ڏيندا،
زماني ستايو تہ تون ياد آئين.

ڪري ياد واهيرا پنڇي بہ وريا،
وَري ڏڻ بہ آيو تہ تون ياد آئين.

تنهنجي نانءَ نالي سان مون ڪي او سانول،
رقيبن رنجايو تہ تون ياد آئين.

ڪُنوارن چمن ۾ ڳلن پاڻ ۾ پئي،
نئون نينهن لايو تہ تون ياد آئين.

تنهنجو گيت منصور دردن پريو ڪنهن،
اَسُر ويل ڳايو تہ تون ياد آئين.



ڏينهن جو پونئرا پنپوليا تا اچن،
رات جو تارا فدا توتان ٿِين.

ديوتا پي تا جُهڪن تنهنجي اڳيان،
پير، پيغمبر بہ توتي مست هن.

پنهنجي ڌرتيءَ جي بہ هوندي دربدر،
ڪيستائين مان وطن ۾ بي وطن.

سُونهن جي سُرهاڻ مهڪي پئي سدا ،
پيار جا سڀ پيچرا روشن رهن.

سُرمئي ڪا شام ٿي توکي سڏي،
مئڪدو، مئخوار تا راهون تڪن.

سنڌ جي مٽي بہ آ خاڪِ شفا،
سنڌ جو هر باغ آ باغِ عَدن.

★

سر مٿان جي بہ تهمتون آهن،
عشق تنهنجون عنايتون آهن.

درد، پيڙائون، حسرتون آهن،
سونهن جون سپ امانتون آهن.

جو بہ قومي غدار آ يارو
اُن جي حِصي ۾ ذلتون آهن.

دل جي تختيءَ تي روح سان رچيل،
تنهنجي اکڙين جون آيتون آهن.

هر خوشيءَ کان مون کي مِنو آهي،
درد تنهنجي ۾ لذتون آهن.

سورَ منصور ٿو سهان ڇو جو،
منهنجون توسان محبتون آهن.



تو سوا جا وَري رات هُئي،
مون لءِ دردن ٻَري رات هُئي.

سڄ پُڇين تو سوا دلربا،
ڪا نہ ساعت سَري رات هُئي.

سُونهن جي هڪ نئين جزيري تي،
ٻاڪرن ۾ پَري رات هُئي.

سُور ها، سمنڊ هو مان هُيس،
چنڊ تارن ٻَري رات هُئي.

مان هُئس، تنهنجو آغوش هو
جڙ تہ رڻ ۾ ٺَري رات هُئي.

رات منصور پرچي وبو
برف وبئي ڳَري رات هُئي.

★

قرب ڪاتي نہ ڪر،
وِهہُ حياتي نہ ڪر.

من کي ماندو نہ ڪر،
دل بہ آتي نہ ڪر.

شيخ پيدا اجا،
آپگهاتي نہ ڪر.

قوم لئہ وڙهہ پلي،
ويرُ ذاتي نہ ڪر.

تون چمن سان ڳلن۔
تي خطاطي نہ ڪر.

رتُ منصور لئہ،
پنهنجي ڇاتي نہ ڪر.



غم ﭘُلاءِ تهڪ ڏي،
گيت ڳاءِ تهڪ ڏي

سُورَ سانڍ دل اندر،
مُسڪراءِ، تهڪ ڏي

نفرتن کي ڪر ڦِٽو
نينهن لاءِ، تهڪ ڏي

پيار وِرڇ، پيار ونڊ،
پيار پاءِ، تهڪ ڏي

ماتمي جلوس ڇڏ،
جهوم، ڳاءِ، تهڪ ڏي



هِڪڙي هيءَ پِي ڪري خطا ڏسجي،
بي وفا سان ڪري وفا ڏسجي.

يار تان سِر ڪري فدا ڏسجي،
عشق جو حق ڪري ادا ڏسجي.

پيار جو داڻ من ملي پئي ڪو
سُونهن آڏو ڪري صدا ڏسجي.

هُو ڪلاڪار ڪير آ يارو،
هِي نہ ڏِسجي، سندس ڪلا ڏسجي.

هُو چون ٿا تہ هُو پيمبر آ،
”مون کي هُن ۾ پيو خدا ڏسجي.“

روشنيءَ ۾، رنگن ۾، جهرڻن ۾،
تنهنجو جلوو ٿو جابجا ڏسجي.

دوست منصور آهي ديوانو،
دين دنيا کان ٿو جُدا ڏسجي.

★

سُور ڏي يا سُرور ڏي مون کي،
ڪجهہ نہ ڪجهہ دل! ضرور ڏي مون کي.

عشق جون تُهمتون ڪٽان سِر تي،
ايترو ئي شعور ڏي مون کي.

هُن سِوا هر طرف لڳي اوندهہ
يا خدا! منهنجو نور ڏي مون کي.

پيار پيٽو ڪري نہ ڏي تہ نہ ڏي،
موٽ ۾ مُنهنجو مُور ڏي مون کي.

سُورَ منصور ڪِٿ سهي سگهندو
ڏي نہ پيڙا، نہ پُور ڏي مون کي.



نئنهڙ اس ۾ هلندو رهيس، سر تي سايو ڪونہ،
منزل ڏاڍو ڏور هئي، پر مون گهبرايو ڪونہ.

لڙڪ نہ منهنجا موتي ها، جو ميڙن ها ماڻهو
تنها تنها روئندو رهيس، ڪنهن پرچايو ڪونہ.

توکي مون آ چاهيو ساجن، پوڄڻ جي حد تائين،
سوچيان ٿو ايڏو ڪنهن بئي آ ڪنهن کي چاهيو ڪونہ.

گهاٽ گهاٽ تان پيئندو رهيس، پاڻيءَ وانگر پيار،
ڪڏهن بہ پنهنجي پياسي من کي، مون ترسايو ڪونہ.

جڏهن بہ آيس تو وٽ، توکان سُور پرائي موٽيس،
ڪڏهن بہ توکي مون تي آهي رحم بہ آيو ڪونہ.

دلبر سڏيو ديس سڏيو يا ڪنهن بہ مصيبت ماريي،
سمجهان ٿو منصور ڪڏهن آ ڪنڌ ڪيايو ڪونہ.



رنگ جي ۽ روشنيءَ جي ڳالھ ڪر،
مون سان منھنجي زندگيءَ جي ڳالھ ڪر.

سُونهن جو ۽ پيار جو گُھر خير ڪو
سچ جي ۽ سنڌڙيءَ جي ڳالھ ڪر.

حور ۽ غلمان رک تون پاڻ وٽ،
آدمي تي، آدميءَ جي ڳالھ ڪر.

ڪفر جي فتويٰ هٽي منھنجي مٿان،
مئڪدي ۽ مئڪشيءَ جي ڳالھ ڪر.

نفرتن جي نانگ کي ڏيئي گُهتو
عشق جي ۽ عاشقيءَ جي ڳالھ ڪر.

ڪو نٿو منصور اناالحق چوي،
تون اُتي ڪا سرڪشيءَ جي ڳالھ ڪر.



تنهنجي در تي جُهڪي نہ جو ڄاٽي،
سو تہ در در جي خاڪ پيو ڇاٽي.

گهاوَ پنهنجا وَتون لِڪايون تا،
درد ڪنهن جا نہ ڪير ٿو ڄاٽي.

گُهٽ ٻُوسٽ ۽ وحشتون ڇوڏس،
ڪير ڏِسجي بهار ٿو آٽي.

نينهن جو نانگ ٿو ڏنگي جنهن کي،
عيش عشرت نہ ٿو سگهي ماٽي.

ڪنڌ ڄڻ ڪي گُلاب پيا لڙڪن،
گهوٽ ڪي ٻِيڙجن پيا گهاٽي.

ڄار وارن جو هُن وڇايو آ،
ڪيئن منصور ڪو بچي هاٽي.



هو جيڪي منصور وفائون چاهن ٿا،
ڪيڏيون پنهنجي لاءِ سزائون چاهن ٿا.

چو اوچيون ايڏيون ديوارون ٿو جوڙين،
بند اگهڙ، آزاد هوائون چاهن ٿا.

نٿهڙ اس ۾ پيار مسافر ٿڪجي پيا،
زلفن جون گهنگهور گهٽائون چاهن ٿا.

ڪيڏين پيڙائن مان گذرن ٿا ماڻهو،
جيڪي سپنن جون ساپيائون چاهن ٿا.

شاعرا گيت نہ پيٽ پريندا ماڻهوءَ جو
بک، ڪان وانجهيل ئي ڪوتائون چاهن ٿا.



اِهي آزار پاسي ڪر،
ڏکن تان خار پاسي ڪر.

گھڙي ڪن ياڪرن ۾ آ،
سکي سينگار پاسي ڪر.

چمان مان چنڊ ھي چھرو،
ڳلن تان وار پاسي ڪر.

پنھنجون ٻانھون ڳچيءَ ۾ ڏي،
گُلن جا ھار پاسي ڪر.

کھڙا ليکا محبت ۾،
اھي وھنوار پاسي ڪر.

بچيو منصور ۾ چاھي،
بگن جا بار پاسي ڪر.



پن پن جو پڙلاءُ چوي ٿو: آءُ،
ڳُونجن جو ڳُرلاءُ چوي ٿو: آءُ.

منهنجي ديس جي آزادي آن ڪاٿي؟
هيءُ غلاميءَ گهاءُ چوي ٿو: آءُ.

دل جا دُوار کُليل هن تولئہ پيارا،
اکڙين آڌرياءُ چوي ٿو: آءُ.

سياري راتيون تڙپائن ٿيون توبن،
يار اُتر جو واءُ چوي ٿو: آءُ.

راڻا ريت رُسڻ جي ڇڏ پرچي پَئہ،
سُومل جو سوداءُ چوي ٿو: آءُ.

اڄ ڪلهہ تون منصور ڪٿي ٿو برسين،
جوين رُت جو تاءُ چوي ٿو: آءُ.

★

مِيت جو ويا الا رُسي منهنجا،
ريشمي خواب پيا ٽُٽي منهنجا.

باھ جو سمنڊ تي پَيا آهن،
درد آخر ڏُکي ڏُکي منهنجا.

هُن جو هر ڏڪ لڳو نشاني تي،
۽ سيئي تير ويا گُسي منهنجا.

گيت موتيا گُلاب تي پيا هن،
پيار جي پاند ۾ پُسي منهنجا.

ريل سيٺي هنئين، لُڏيا هنڙا،
نيڻ پيا اوچتو ڇُلي منهنجا.

ڳوٺ وارن کان ڪنهن ڏهاڙي تون،
حال منصور وڃ پُڇي منهنجا.



سانوريءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان،
چڻ خوشيءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

عمر اوندهہ ۾ آ ڪٽي ساري،
روشنيءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

دُشمنيون ڪنڌ ۾ وَٻون پئجي،
دوستيءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

سال ٿي ويا آَٿم ڏِني ڌرتي،
سنڌڙيءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

موت هر روز ٿو ڌڪاري پيو،
خودڪشيءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

ڪنهن تي برسات آهي ٻوسن جي،
هڪ ڇُميءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.

وبهِين منصور جي اچي ير ۾،
اُن گهڙيءَ لاءِ مان سِڪي مُئو هان.



مهجبين، ماهِ لقا، منهنجا منا،
رنگ منهنجي روح جا توئي پَسيا.

ڪيف ئي اُن مان نہ ٿو نڪران اجا،
نينهن تنهنجي جا هُيا اهڙا نشا.

مان تہ هارائي وڃان هان موت کان،
پر جيئڻ جا تو ڏنا پئي حوصلا.

هِن جنم جي ڳالهہ ناهي او مني،
پيار جا پنهنجا پراڻا سلسلا.

خوشبوئن سان واسجي ويو آ وجود،
تنهنجي ياڪر سان بسنتي در کُليا.

سر ڏيئڻ منصور آ سولو صفا،
پيار جا اوکا وڏا هِن مرحلا.

★

هي روح پگهو آهي، برسات انوکي آ،
تون ياڪر ۾ آهين، اڄ رات انوکي آ.

ڳلڙن جا صوف ڏنئي، ڄڀڙن جا توت ڏنئي،
ڏني باغ بدن جي تو سوغات انوکي آ.

ڪڪرن جون ٽڏيون ڇانئون، وڻ ٽڻ ٿيون ڇڏن واسي،
تنهنجي زلفن جي جانان پر بات انوکي آ.

چنڊ گهوٽ ٿيو آهي ۽ تارا سندس ڄاڃي،
هن رات جي دلهن جي بارات انوکي آ.

ڪٿ هار نہ ڏسبي آ، هن پيار جي بازيءَ جي،
هر جيت نرالي آ، هر مات انوکي آ.

منصور اڃان ڇڪجي، توڙانهن ٿي چقمق جيان،
تنهنجي قرب ڪڙي هان يا تنهنجي ذات انوکي آ.



رت پن چڙهي اچي ياد مونکي ڪجان،
گهٽ ٻوسٽ هجي، ياد مونکي ڪجان.

زندگيءَ جي سفر ۾ ٿين تنها جڏهن،
ڪونہ توکي پڇي، ياد مونکي ڪجان.

ڄامشوري هوائن جو توکي قسم،
ڀل هجين تون پري، ياد مونکي ڪجان.

مان نہ هوندس جڏهن، منهنجي سانئڻ تڏهن،
نيڻ آلا ڪري، ياد مونکي ڪجان.

دل جي ڏک ڪرئي، منهن پگهرجي وڃئي،
هانءَ تي هٿ رکي، ياد مونکي ڪجان.

هن چيو هو اي منصور تو لئہ جڏهن،
دار سينگارجي، ياد مونکي ڪجان.



تو سوا بي سري زندگي ٿي وئي،
درد جي جڙ ڪا وهندڙ ندي ٿي وئي.

هن جي ڇاتيءَ جي محراب ۾ سِر جُهڪيو
ختم هُن تائين بس بندگي ٿي وئي.

نيڻ هن جا هئا ڏيئڙا ڏيئڙا،
وات اوندهہ هُئي روشني ٿي وئي.

هوءَ پوپٽ جيان وئي اڏامي هلي،
هيڪلي منهنجي دل پنڪڙي ٿي وئي.

رات جو روح تي روز رهڙون هڻي،
سار تنهنجي سڪي چاندني ٿي وئي.

ڪوبہ سرمد يا منصور، عيسيٰ نہ آ،
اج تہ سولي آ چوري چٽني ٿي وئي.



دردِ دل خود علاج آ دل جو
پيار پيڙا تہ ڏاج آ دل جو.

مون ڏي اوڏر رڳو اتس ڳوڙها،
سارَ سپنا تہ وباج آ دل جو.

هن تي ايڏيون تہ ڪارون ٿي ڪائي،
غير ڄڻ سامراج آ دل جو.

جو نہ ليکي انهي ڪي ئي چاهي،
هيءُ ڪهڙو رواج آ دل جو؟

تورڙي ڳالھ تي بہ روئي ڏئي،
نرم ڏاڍو مزاج آ دل جو.

حُسن ئي بادشاھ آهي پر،
عشق منصور تاج آ دل جو.



هي وهي جُهور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟
سور ناسُور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟

وقت جي واءَ ۾ پن تي نہ ڇڙي آنءُ وڃان،
دل کان دم دُور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟

ڳهُنج منُهن منجهہ هتن ۾ نہ رهي حال ڪوئي،
۽ جهڪو نُور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟

هي گلابن جي ٻہ تي مند وڃي پئي مٽبي،
يا نمن ٻُور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟

آ تہ سپنن جو اڏيون نئون ڪو وري تاج محل،
خواب هر چُور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟

جسم ۽ جان جلي، آهي هڏن مُٺ بچي،
خاڪ منصُور تئي جاني تہ ڇا ٿو ايندين؟



توسان نسبت بہ ڪهڙي آ جانان،
تون آن خوشبوءِ مان هوا جانان!

موت تنهنجو تہ هڪ بهانو هو
توکي رهڻو ئي هو جدا جانان!

حڪم ڪر تون نهي تو توکي جو
مان ڪندس عرض، التجا جانان!

درد تنهنجو عطا ڪيل آهي،
ان جي تو وٽ ئي آ دوا جانان!

سونهن تنهنجيءَ کي ڏسندو رهجي ويو
توکي ٺاهڻ ڪان پو خدا جانان!

مرنکي خوشيون ڏئي کسي ورتئي
ڪهڙي منصور ڪئي خطا جانان!



هوءَ جا پنھنجي گھر آڳر ۾ ماري وئي،
جڻ ڪا ديوي ھئي، مندر ۾ ماري وئي.

ڪارَي ڪي تہ ڪنائون ڪالھ ڪراچي ۾،
ھا پر ڪاري اڄ قنبر ۾ ماري وئي.

ڪوبہ نہ ھو جو ھن جا سُور سھيڙي ھا،
دل ويچاري درد نگر ۾ ماري وئي.

سھڻي سا تہ نہ سھڻي جا سنڌوءَ ٻوڙي،
سھڻي سا جا دلبر پير ۾ ماري وئي.

جيڪا خون ڪندي ھئي پنھنجن نظرن سان،
سا بہ تہ ھڪ منصور نظر ۾ ماري وئي.



جنهنجي سالن کان جستجو آهي،
سو تہ اڄ دوست روبرو آهي.

گيت استاد جو سنڌ ۾ چهرو
شاهہ جو بيت خوبرو آهي.

ان کي مئخاني مان ڪڍيو ٻاهر،
جو نہ آيو ڪري وضو آهي.

تون گلابن جيان سدا مهڪين،
منهنجي دل جي هي آرزو آهي.

تنهنجي نيڻن جو شال خير هُجي،
منهنجو سينو لهو لهو آهي.

تون جي منصور آن تہ چا ٿي پيو،
هو بہ آخر تہ نيٺ هو آهي.



تنهنجي يادن سان پيار آ مونکي،
جڙ بهارن سان پيار آ مونکي.

تون پلي ڳاءِ ڳاءِ پيو هر هر،
چوتہ گيتن سان پيار آ مونکي.

تون خريدار آهين مرڪن جو
پنهنجي ڳوڙهن سان پيار آ مونکي.

آءُ نيڻن سان مان ٻڌانءِ پٺيون،
تنهنجي پيرن سان پيار آ مونکي.

تون بهارن جو آهين ڳولائو
۽ خزائن سان پيار آ مونکي.

سنڌ منصور آ سچي پياري،
پو بہ 'پِٽ'، 'سَن' سان پيار آ مونکي.







ماڻهن جي سوچ ۾ جا فقط چوڪري هئي،
منهنجي تہ ڪائنات ۽ هو زندگي هئي.

هُن جي ڪلڙ سان جڙ تہ ڪِلي پيئي ڪائنات،
هن جهڙي مرڪ ڪا بہ مون نہ اڳ ڏٺي هئي.

هوءَ موڪلائي وئي تہ رهيو رنگ ۽ نہ روپ،
هن ڪان سواءِ زندگي خالي ٻسي هئي.

بارود گولين جي آ بدبو رُڳو اُتي،
جنهن جاءِ رڳو امن هيو آشتي هئي.

هٿ هٿ مان هو ڪڍي ويو منزل جي سامهون،
جنهن سان مرڻ جيئڻ جي منهنجي دوستي هئي.

منصور ڪي چريو چئي ماڻهن هنيا پٿر،
چئي ڪير تن ڪي هن جي اها سادگي هئي.



ڪارن وارن جي چپر ۾ ننڊ ڪيان،
چاهيان ٿو مان تنهنجي پير ۾ ننڊ ڪيان.

رات هجي چانڊوڪي ۽ تون ياد اچين،
پوءِ پلا ڏس ڪيئن مان گهر ۾ ننڊ ڪيان.

ٿڪل پيرن سان پي هلندس منزل ڏي،
مون تي آهي ميار سفر ۾ ننڊ ڪيان.

ننڊ پيل توکي ڏسندي هُو بيهي رهيو،
چنڊ چيو تنهنجي آڳر ۾ ننڊ ڪيان.

ٻانهن ورائي جيئن وڪوڙيئي دل چاهيو
جيون پر تنهنجي پاڪر ۾ ننڊ ڪيان.

لوڪ سمهي منصور ۽ مان جلدي جلدي،
مقتل جي ديوار و در ۾ ننڊ ڪيان.



چنڊ مرڪيو ۽ چانڊني مرڪي،
هوءَ مرڪي تہ زندگي مرڪي.

مان جڏهن خواب ۾ ويجهو هُن وٽ،
تي ڪري آجيان اٿي مرڪي.

آئيني جي اڳيان اچي بيهي،
پنهنجي تصوير کي ڏسي مرڪي.

وات هر واسجي وئي آهي،
ڳوٺ جي آ ڳلي ڳلي مرڪي

نانءُ منهنجو سندءِ سڪيءَ ورتو،
هٿ منهن تي ٻئي ڏئي مرڪي.

پونئر ڦيرا ڏئي ڇهيو هن کي،
باغ ۾ پئي ٽڙي ڪلي مرڪي.

راهہ ۾ هن جڏهن ڇڏايو هٿ،
خلق منصور تي پئي مرڪي.



سامهون منصور جيڪو دار آهي،
تولئہ ڪيڏو نہ بيقرار آهي.

تنهنجي راهن ۾ موتيا، مُگرا،
منهنجي هر واٽ خاردار آهي.

مون بہ تو ۾ تہ ڪجهہ ڏنو آهي،
منهنجو توسان ائين ئي پيار آهي.

چنڊ پيي ٿو لٿو وڃي سانئڻ،
پهچ تنهنجو ئي انتظار آهي.

منهنجي نيڻن ۾ رات جي راٺي،
پيار تولاءِ بيشمار آهي.

توتي الزام ئي اجايو آ،
هرڪو منصور داغدار آهي.



هڪڙي سڄڻ لاءِ سور هي جيون ڪري وڌم،
دنيا سڄيءَ کي دوستو دشمن ڪري وڌم.

وبني سکين کي ناز سان منهنجي منيءَ چيو
ڪافر کي اج نگاهه سان مومن ڪري وڌم.

مان تي ويس اُڏاڙو دلبر جو در ڇڏي،
قابو وري به يار جي زلفن ڪري وڌم.

مان ڳوٺڙي جو ماڻهو صفا سادڙو هُيس،
شهري شڪارباز کي ساجن ڪري وڌم.

منصور مرڪي مرڪي هو سوليءَ تي هيئن چيو
قربان پنهنجي يار تان تن من ڪري وڌم.

★

هوءَ در و بام تي پچي تنهنجو
هر گهٽي گام تي پچي تنهنجو.

چاندني رات، سمنڊ جون لهرون،
سُرمئي شام تي پچي تنهنجو.

اڳ تي نالي ٻڌڻ سان شرمايو،
اڄ سِرعام تي پچي تنهنجو.

تون نہ ايندين اها بہ پڪ آهي،
دل چري خام تي پچي تنهنجو.

راڌا راڌا ڪرين پيو ٿو تون،
راڌا پڻ شيام تي پچي تنهنجو.

آهين منصور ڪيترو بدنام،
پو بہ هوءَ نام تي پچي تنهنجو.



نہ ٿو ٿئي انتظارن ۾ گذارو
ڪپي ٿو تنهنجي ٻانهن جو سهارو.

سدائين گڏ، سدائين دور مونکان،
هجين جڻ تون نديءَ جو ٻيو ڪنارو.

ائين ئي راهہ ۾ هيڪل ڇڏي ويو
زماني کان هو جنهن کي سمجهيو پيارو.

اندر آتش فشان ڦاٽي پيو هو
اکين اٿلي پيو هو سمنڊ کارو.

گهٽيون اونداهہ ۾ سڀ گم ويون ٿي،
نہ منهنجي راهہ ۾ روشن ستارو.

اکيون منصور ويون پٿرائجي ڇو؟
الائي سونهن جو هو ڇا نظارو.



زبان تنهنجي تکي آ ڏار وانگر،
هلي مون تي سدا تلوار وانگر.

نظر تنهنجي آ لالي پاپ جهڙي،
۽ منهنجي دل بہ آهي ٻار وانگر.

ڪڏهن هاريو ڪڏهن جيتيو بہ آهي،
ڪڏهن ڪا جيت تي آ هار وانگر.

مڃان ٿو غير تولئہ غير ناهي،
مگر مونکي چڀي ٿو خار وانگر.

هي تنهنجي پيار جو ئي معجزو آ،
وهن ٿا نيڻ منهنجا نار وانگر.

هجي ڪيڏو بہ سهڻو پر سوا تو،
لڳو منصور جيون بار وانگر.



دل منهنجي ياد جي ڪا ماڙي آ،
سار تنهنجي سڪي ڍاڙي آ.

نير وهني پيا تا نيڻن مان،
ڇا ٻڌي تو ڪتان ’پهاڙي‘ آ.

پيار جي تا ڇون ڇڱا ماڻهو،
ڪا نہ ٿيندي ڪڏهن پڇاڙي آ.

توکي سجدا ڪندو آ روزانو،
تو تہ تصوير جنهن جي ڦاڙي آ.

بزم ۾ باهہ وئي لڳي آهي،
شاعري ناهي جڻ اماڙي آ.

سونهن تو ۾ آ ڄامشوري جي،
تنهنجو لهجو تہ نيٺ لاڙي آ.

پيار جا داوَ سمجهہ جا ناهن،
يا تہ منصور ڪجهہ اناڙي آ.



سور تہ سپ سان ورچڻ جهڙا ڪونہ هئا،
پر توکان بہ لڪائڻ جهڙا ڪونہ هئا.

توتہ مسيحائيءَ کان ڪونہ گهٽايو پر،
منهنجا گهاوَ ئي پرجڻ جهڙا ڪونہ هئا.

اکڙين جي آکيري مان بي اڏري ويا،
خواب اوهان جا ترسڻ جهڙا ڪونہ هئا.

درد نہ ها ميرا ڪپڙا جو ڌوئان هان،
گهاوَ تہ دل جا ڌوئڻ جهڙا ڪونہ هئا.

توڏانهن لکندي اهڙا زخمي ٿي پيا جو،
هٿڙا مينديءَ لائڻ جهڙا ڪونہ هئا.

سالن جا اوجاڳا هئا ۽ اوسيئڙا،
نيڻ اسان جا روئڻ جهڙا ڪونہ هئا.

تون منصور پريشان آخر ڇو ٿو ٿين،
هُوڪنهن سان بہ نڀائڻ جهڙا ڪونہ هئا.

★

اڪثرين ۾ آلاڻ اهائي ساڳي آ،
تنهائي مون ساڻ اهائي ساڳي آ.

ڪوبہ انا جي اوچائيءَ تان ڪونہ لٿو،
رشتن ۾ ڇڪتاڻ اهائي ساڳي آ.

تنهنجو نانءُ ٻڌڻ سان ڌڙڪن تيز ٿئي،
چاهت تنهنجي ڪاڻ اهائي ساڳي آ.

ٻڙ جي ڇانوَ نديءَ ۾ ٻيڙي جو منظر،
ڳوٺن ۾ چانڊاڻ اهائي ساڳي آ.

تنهنجي ياڪر، ٻوسي ڪي مدت ٿي پر،
ساهن ۾ سرهاڻ اهائي ساڳي آ.

جا منصور هئي ون يونٽ وقت ڪڏهن،
حالت ٻوليءَ ساڻ اهائي ساڳي آ.



فائدو وٺ نہ ڪنهن بهاني جو،
خيال ڪر حسن جي خزاني جو.

ها رڳو تنهنجي پيار جو ناهيان،
آنءُ قرضي سڄي زماني جو.

جڻ تہ بندوق وئي لڳي هن کي،
هن تي ڪيڏو اثر هو طعني جو.

جام ناهي تہ پيار نيڻن سان،
ڪجھ ڀرم رک شراب خاني جو.

ڍول هو، دف هو، ٻڌو پئي مون،
جنگ جو هو يا شادماني جو.

آنءُ منصور هان سدا نوڪر،
تنهنجي پاڙي ۽ آستاني جو.



تنهنجي ٻانهن جو هار ڪونهي ڪو
دل کي تڏهين قرار ڪونهي ڪو.

تارو تارو ڳڻي ٿو رات ڪتيان،
ٿي چوين انتظار ڪونهي ڪو.

آ هلي اوچتو مري نہ وڃان،
ساهہ تي اعتبار ڪونهي ڪو.

منهنجو پنهنجي ئي دل تي او سڄڻي،
سچ پڇين اختيار ڪونهي ڪو.

تنهنجو اتساهہ ۽ سهارو آ،
ٻيو دنيا منجهہ يار ڪونهي ڪو.

پلڪ، پنبڻيون، وڇائي وار ڇڏيا،
منهنجو گس خاردار ڪونهي ڪو.

چاڻ هوندي رهي ٿو اڻ ڄاڻو
ايڏو منصور ٻار ڪونهي ڪو.



لوڪ ليکي خدا کي ڳولن ٿا،
دل جليا دلربا کي ڳولن ٿا.

اڄ بہ آدم جيان گھڻا جڳ ۾،
پنھنجي پنھنجي حوا کي ڳولن ٿا.

باوفا پاڻ جي ٿين ئي نہ ٿا،
سي ٻين مان وفا کي ڳولن ٿا.

ڀٽڪندڙ بي وطن پکين وانگي،
نيڻ ڪنھن آشنا کي ڳولن ٿا.

منھنجي لاشي مٿان اچي ويھي،
ماڻھو منصور ڇا کي ڳولن ٿا!







انگور ۾ جيئن شراب وانگر،
رهين ٿي نيٽن ۾ خواب وانگر.

نہ ڪو بہ هڪ پل رهان ٿو غافل،
رڳون وڄن ٿيون رباب وانگر.

پڙهان ٿو توکي، چمان ٿو توکي،
مان آسماني ڪتاب وانگر.

اکيون اکين سان جڏهن ملن ٿيون،
دليون ٽڙن ٿيون گلاب وانگر.

جهٽن ٿيون جهٽ ۾ دلين جا ڳيرا،
اکيون اوهان جون عقاب وانگر.



بند اکڙين جون دريون ڇو ٿي ڪرين،
او ڇري! دلڙيون ڇريون ڇو ٿي ڪرين.

سونهن تنهنجو عشق آ اڳ ئي غلام،
عشق سان جادوگريون ڇو ٿي ڪرين.

جي اچن ڪنهن کي نہ ٿيون ڪجهہ سمجهہ ۾،
تون اهي ڳالهيون ڳريون ڇو ٿي ڪرين.

خط منجهان خوشبو اچي ٿي پيار جي،
خط انهي کي پو ذريون ڇو ٿي ڪرين.

پهچ تون تڪڙي قدم تنهنجا چمان،
تون وکون پنهنجون ڊريون ڇو ٿي ڪرين.

آنءُ ساڳيو بي وفا منصور هان،
بي وفا سان دلبريون ڇو ٿي ڪرين!



ڪنهن جي دل کي نه ڏکائڻ گهرجي،
روح ڪنهنجو نه رنجائڻ گهرجي.

راهه ڪيڏي به هُجي پل اوکي،
هٿ هٿ مان نه ڇڏائڻ گهرجي.

آخري ساهه گهڙيءَ تائين مَنَ،
زندگي ساڻ نڀائڻ گهرجي.

بغض کي باهه جو شعلو ڏيئي،
چاهه جو چنگ وڄائڻ گهرجي.

ڏوڙ منصور وڃهي ڪوڙ کي ۽،
سچ تي ڪنڌ ڪپائڻ گهرجي.



توکان سواءِ صحرا جيون نہ ٿي وڃي،
وکري وجود منهنجو پَن پَن نہ ٿي وڃي.

هي انتظار ايڏو عمرِ دراز جيئن،
سوچيان ٿي جهور ڪاٿي جوڀن نہ ٿي وڃي.

سئو رنگ سونهن تنهنجا، سئو روپ پيار تنهنجا،
ڪنهن رنگ ۾ ڪو رنگجي رانجهن نہ ٿي وڃي.

ترڇيون ڪري نگاهون ايڏو نہ گهُور گوري،
ڪاٿي ذرا ذرا هي درپن نہ ٿي وڃي.

هو روح جي آ راحت، جيون جي آ ضرورت،
ناراض ڳالهہ ڪنهن تان ساجن نہ ٿي وڃي.

منهنجي ٻڏي زباني منصور گيت تنهنجا،
سوچيان ٿي ڪا سهيلي سوتن نہ ٿي وڃي.



چو وفائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان،
ڪا سچائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان.

دل جُهري پئي غريب جي گهر جيان،
دلربائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان.

پيار وارن جي لاءِ اي دنيا،
ڪا چڱائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان.

مان تہ رُلندو رهيس پئي راهن ۾،
رهنمائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان.

انڌ اونداهہ جا او پُوڄاري،
روشنائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان.

پيار جي پاپ ۾ رهئين منصور،
پارسائي نہ ٿي، نہ ٿي توکان.



سمجھين سڀ ڪجھ شالَ غزل ۾،
اوريا تم جي حالَ غزل ۾.

جيون جھڙو اڻپورو آ،
رھجي ويا ڪي خالَ غزل ۾.

تنھنجي چيلھ جا موڙا منڙي،
ھرٽيءَ وارا چالَ غزل ۾.

اوجاڳن سان تاڪيا آھن،
ھيرا، موتي، لعلَ غزل ۾.

تنھنجي تِرَ جھڙو نہ لڪيو ڪو،
لڪندي تي ويا سالَ غزل ۾.

چا منصور سمايا آھن،
ترڪيبون ۽ تالَ غزل ۾.



دل جي منزل نگاھہ مان نڪتي،
هڪ نئين راھہ، راھہ مان نڪتي.

سار جو ڳِهندڙ جيئن وڳو من ۾،
سَٽَ چرڻ ڪائي ساھہ مان نڪتي.

سهڻي سنڌو ٿَپِي ثوابَ ڪتيا،
جيئن ڏَمَر جي گُناھہ مان نڪتي.

ايئن پاڪر مان هوُءَ وئي نڪري،
چرڻ ندي آ درياھہ مان نڪتي.

هاڻي هر ڏڳ وڃائي وڃي آ،
چاھہ لئہ آ جا چاھہ مان نڪتي.

دانهن دنيا ڇڏي جلائي آ،
جيڪا منصور آھہ مان نڪتي.

★

نِرتڪيءَ جا ٿا انگ انگ نچن،
منهنجي من ۾ ٿا جلترنگ نچن.

مور من ۾ نچيا مُصوَر جي،
بُرش جُهوميا، حَسين رنگ نچن.

نيڻ جرڪي پون ٿا پورهيت جا،
جيئن ٻنين ۾ ٿا سونا سنگ نچن.

نفرتن جي گُهلي نہ گرم هوا،
چاهتن جا سدائين چنگ نچن.

ڇو نہ تيلي ڏِيان سماج اُنَ کي،
جنهن ۾ بُک جي ڪري ٿا ننگ نچن.

ٻاٽ اُوچو ڪري شهيدن تي،
ڇو نہ منصور پنهنجا ڍنگ نچن.



# گيت

آيو جيئن ڍوليو
سرتيون سڀ ڪم سولا ٿي ويا!
هر هر هڏڪي، ڳِرهہ ڪريو ٿي
ڪانگ پئي ٻوليو!
سرتيون سڀ ڪم سولا ٿي ويا!

# منصور جو گيت

هڪ سياري جي رات ڊگهي ٿيندي آ، ٻي اوسيئڙيءَ جي!
اوسيئڙي جي راتConditional ٿيندي آ۔ جيترو انتظار پيار ايتري
رات کي اِينگهہ!

اردو جو هڪ شعر آ تہ:

شبِ وصال بهت کم هي، آسمان سي کهو
کي جوڙ دي کوئي ٹُکڑا شبِ جدائي کا!

سهڻي لطيف تہ فرمايو آهي تہ:

راڻل، تو بن رات،
مونکي ويني ورهيہ لنگهي ويا!

منصور جي گيتن ۾ اهو ويراڳ، جاڳَ ۽ اَجهاڳ اوسيئڙو آهي.
هڪ نماڻائي ۽ سادگيءَ جي ادا آهي۔ هڪ ڳوٺ آهي. هڪ ڳوناٺي
آهي. انهن (گيتن) ۾ وڇوڙي جو ورلاپ آهي ۽ ملڻ لاءِ منٿون آهن.

جيئڙي مونکي مار نہ جاني!

درد بہ دل ڏسي ايندو آهي. دليون پرکي داسڙو! دلبر جي درد کي
دل ۾ جاءِ ڏيڻ سان ئي قُرب توڙي ڪوتا آڏو سُرخرو ٿو ٿِجي! سچيءَ
دل سان سُپردگي ئي شاعريءَ جي تقاضا آهي.

اسين تہ هڪ سِٽَ وارا شاعر هون۔ جي هڪ سِٽَ رهجي وئي
تہ بہ ڪمايوسين۔ ۽ منصور وَٽ تہ ڪيئي سِٽُون آهن اهڙيون۔ ۽
اهڙيون سهڻيون ٿيون لڳن، جيئن مور جا کنڀ گُلدان ۾ سجائي
شوڪيس مٿان رکي ڇڏيا آهن.

- عشق ۾ ڪجهه اجان نوڪرون ڪائجن!
- نيڻ پٿر تي ويا پرڏيهي!
- مُند پلي مُندن ۾ مَتجي،
تون تہ نہ مَتجان يار!

گيت جي شاعري، باقي تي پَلو پچائڻ وانگر آهي. جنهن لاءِ باهہ بہ گهرجي، پلو بہ، رسيپي بہ، ڪاريگري بہ!

پَلو پچائڻ وارا تہ واريءَ تي بہ پچايو وجن. پر اهڙي ڪوشش ڪو اناڙي ڪندو تہ. ڪيس پهرين گِرهہ (سِٽَ) ۾ ئي وات ۾ واري جو احساس ٿيندو!

سنڌي گيت بہ، سنڌي بيت وانگر اسان جي شينهن شاعرن جو شڪار لڳو پيو آهي- پنهنجوشڪار سولو ناهي، ٻئي جي شڪار تي گُذارو سُئو ناهي لڳندو- برهہ ڪي ٻُڪيو بہ ڪيسين رکجي! زندگي تہ بيهٽي ناهي نہ!

منصور هڪ صنفي شاعر ناهي- شاعري جي ڪا بہ صنف پنهنجي يا پرائي ناهي هوندي شاعر لاءِ. جيڪا صنف سندس اينٽي چڙهي وئي، اها هن جي پنهنجي صنف ئي سمجهڻ گهرجي- جي اينٽي تي نہ ٿي چڙهيس تہ، اها هن لاءِ تجربو ئي سمجهڻ گهرجي- ۽ تجربي جو ساهس سارجي ٿو تہ ان ۾ چاهي!

شاعري لفظن جي راند ناهي- پلي ڪنهن لاءِ هجي بہ، پر اها آهي عشق وانگر- (۽ عشق راند ناهي) باهہ ۾ پچڻ، نچڻ آهي، ان ڪان وڌي بچڻ آهي-

هن (منصور سيتائي) جي آس پاس شاعريءَ جا ڪوڙ سارا مڪتب رهيا آهن- هي پاڻ بہ ادب ۽ لحاظ وارو آهي- تنهن ڪري هن ڪي ڪافي ڪجهہ مليو آهي- هن ورتو بہ آهي ۽ ووڙيو بہ آهي- ۽ عشق تہ اهڙو جذبو آهي، جيڪو بهرحال اگهايو ئي ڇڏي!

- علي دوست عاجز

ٽا پکيئڙا ورن،
شام ٿئي ٿي جڏهن،
نيڻ پرجيو اچن.

شبنمي شبنمي،
جام ٽڪرائجن،
شام ٿئي ٿي جڏهن،
نيڻ پرجيو اچن.

چانڊنيءَ ۾ بدن،
جڻ مَليو ٿي چندن،
شام ٿئي ٿي جڏهن،
نيڻ پرجيو اچن.

عشق ۾ ڪجھ اجان،
نوڪرون ڪائجن،
شام ٿئي ٿي جڏهن،
نيڻ پرجيو اچن.

ياد منصور ڪي،
سانورا ٿا اچن،
شام ٿئي ٿي جڏهن،
نيڻ پرجيو اچن.

○

سُرهي سُرهي سار ڏئي وڃ،
موتئي جي مهڪار ڏئي وڃ،
خوشين جا انبار ڏئي وڃ،
مون کي پنهنجا پيار ڏئي وڃ.

توکي جي هڪ پل نہ ڏِسان تي ،
آلي ڪاٺي جيئن دکان تي،
دلبر تون ديدار ڏئي وڃ،
مون کي پنهنجا پيار ڏئي وڃ.

جُهمڪا جهالا مُور نہ گهرجن،
سونا والا مُور نہ گهرجن،
پنهنجا ٻانهُن هار ڏئي وڃ.
مون کي پنهنجا پيار ڏئي وڃ.

جنمن ڪان ڪو پياسو آهي،
جيون ڏاڍو تاسو آهي،
تن من تي چٽڪار ڏئي وڃ،
مون کي پنهنجا پيار ڏئي وڃ.



رونبو لاب ڪنديس مان تولئه،
اڪڙبون آب ڪنديس مان تولئه ،
او منهنجا دل وارا،
تون پرديس نه وڃ وڻجارا.

سڀيون، رليون ڻاهينديس مان،
توتي مُور نه ڏانهينديس مان،
ڇڏ پنهنجا هي آرا،
تون پرديس نه وڃ وڻجارا.

جيئري مون کي مار نه جاني،
جوڙين منهنجو ڪار نه جاني،
ڪيئن ڪٽينديس پارا،
تون پرديس نه وڃ وڻجارا.

رُڪڙي سُڪڙي ڪائيندا سين،
گيت پريت جا ڳائيندا سين،
رَچندا روحَ اُڄارا،
تون پرديس نہ وڃ وڻجارا.

توبن منهنجي ڪا نہ سري ٿي،
مون کان تون هڪ پل نہ پري ٿي،
او منصور پيارا،
تون پرديس نہ وڃ وڻجارا.



ميلي تان مُنهنجي لاءِ ساجن چُوڙيون آنديئي ڪو نہ،
ميلي تان منهنجي لاءِ ساجن سڳيون آنديئي ڪو نہ،
آئون رُسان پو چو نہ؟

هي شهتُوت ڪنديس مان ڪاڏي؟
ڪشمش تُوت ڪنديس مان ڪاڏي؟
ميلي تان منهنجي لاءِ ساجن ساڙهيون آنديئي ڪو نہ،
آئون رُسان پو چو نہ؟

دل خوش ٿئي هان جاٽين هان جي،
ڳُوڙيون سُوڙيون آٽين هان جي،
ميلي تان منهنجي لاءِ ساجن واليون آنديئي ڪو نہ،
آئون رُسان پو چو نہ؟

سُرخيون ۽ سينڊلَ بہ نہ آندَئي،
چانديءَ جي پايل بہ نہ آندئي،
ميلي تان منهنجي لاءِ ساجن لاليون آندئي ڪو نہ،
آئون رُسان پو ڇو نہ؟

مصريون، ماوا کهڙي ڪم جا،
ڏُونگهيون، ڪاڇا کهڙي ڪم جا،
ميلي تان منهنجي لاءِ ساجن پونيون آندئي ڪو نہ،
آئون رُسان پو ڇو نہ؟

○

ڪيترا گل ٽڙيا باغ ۾،
ڪيئي پوئترا مڙيا باغ ۾،
جيئن آرس پڳو تو سڪي!

اڀ ۾ مست بادل ٽيا،
ويس سانوڻ وسڻ جا ڪيا،
جيئن آرس پڳو تو سڪي!

رنگ چنريءَ جا نکري پيا،
ساز پائل جا وکري پيا،
جيئن آرس پڳو تو سڪي!

چال هرڻيءَ ڏنو تاهه ۾،
ساهه ماپي نٿو ساهه ۾،
جيئن آرس پڳو تو سڪي!

تر ۽ ڪاڇو به مهڪي اُٿيو
ساههُ سنڌو نديءَ ۾ پيو
جيئن آرس پڳو تو سڪي!

○

منڊ يلي منڊن ۾ منجي،
تون تہ نہ منجان يار،
او منهنجا دلدار.

تو بن سرمو سينڌون کهڙيون،
اٽيا اٽيا وار،
او منهنجا دلدار.

راتيون جاڳي جاڳي ڪاٽيان،
سمهڻ نہ ٿي ڏئي سار،
او منهنجا دلدار.

سرديون آيون تون ڀي آ ني،
منهنجي هينئن جا هار،
او منهنجا دلدار.

تنهنجو نانءُ ڪٽي چيڙائن،
سکيون سرتيون ڏار،
او منهنجا دلدار.

○

پھچ سگھو دلبر،
الا او پھچ سگھو دلبر.

سَر، لوهيڙا ٻِيپيا آهن،
سارين ۾ پرڻ لاب پيا هن،
خوشبو ٿيو تر بر،
الا او پھچ سگھو دلبر.

راتيون ڏگهيون ٿي ويون ساجن،
سردين ۾ تڙپي ٿو جوين،
ياد ڪري ياڪر،
الا او پھچ سگھو دلبر.

جھور ٿيو جوين ويهي ويهي،
نيڻ پٿر ٿي پيا پرڏيهي،
تنهنجي ڪانه خبر،
الا او پھچ سگھو دلبر.

سيني جي آ سيج سجائي،
تولئہ ٿم منصور وڃائي،
نيڻن جي چادر،
الا او پھچ سگھو دلبر.



ڪانہ ڏبي ڪنهن تي ڪابہ ميار،
ويري سڀ سنسار.

جنهن کي پنهنجو ساجن سمجهيم،
جنهن کي پنهنجو جيون ارپيم،
تنهن بہ ڏنا آزار،
ڪانہ ڏبي ڪنهن تي ڪابہ ميار.

وار بہ چوڙي چڏيم جاني،
ڳوڙهن جي ڳلڙن تي ڳاني،
وسريم سڀ سينگار،
ڪانہ ڏبي ڪنهن تي ڪابہ ميار.

اکڙين ۾ اوطاقون تولئہ،
هينئڙو ڦاڪون ڦاڪون تولئہ،
محب مٺا مٺار،
ڪانہ ڏبي ڪنهن تي ڪابہ ميار.

وارن واري سيج سجي پئي،
تولئہ ٿي منصور وڃي پئي،
دل جي هر هڪ تار،
ڪانہ ڏبي ڪنهن تي ڪابہ ميار.

○

ويس ڪارا ڪيم،
نيڻ آلا ٿيم،
تون نہ آئين پرين، تون نہ آئين پرين.

آ پل پل توکي سارين ٿي،
تنهنجون راهون روز نهاريان ٿي،
وار چوڙي ڇڏيم، نيڻ آلا ٿيم،
تون نہ آئين پرين، تون نہ آئين پرين.

آ جاڳڻ روئڻ ڪم منهنجو
هاءِ ڪير ڏسي ٿو غم منهنجو
چاهہ اهڙو چکيم، نيڻ آلا ٿيم،
تون نہ آئين پرين، تون نہ آئين پرين.

آ برکا رت پي آئي آ،
۽ ڪنوٽين ڪيچل لائي آ،
پور تنهنجا پيم، نيڻ آلا ٿيم،
تون نہ آئين پرين، تون نہ آئين پرين.



رات جو چاندني ٿي پڇي،
۽ صبح جو سڪي ٿي پڇي،
تون پريشان ڇو ٿو رهين.

پونئر ڪان پنکڙي ٿي پڇي،
۽ سمنڊ ڪان سپي ٿي پڇي،
تون پريشان ڇو ٿو رهين.

سونهن سرخي هٽي ٿي پڇي،
پيار مان پدمڻي ٿي پڇي،
تون پريشان ڇو ٿو رهين.

باک ڪا شبنمي ٿي پڇي،
ڪنهن جي اک جي نمي ٿي پڇي،
تون پريشان ڇو ٿو رهين.

من اندر جي ندي ٿي پڇي،
ايڪويهين صدي ٿي پڇي،
تون پريشان ڇو ٿو رهين.



رات ۾ تولئہ روئي روئي،
سج اياريو آ۔
ايئن گذاريو آ.

تنهنجي جدائي جاني مونکي،
رت رئاريو آ۔
ايئن گذاريو آ.

عشق ٻي ٻيري منهنجي من ۾،
ٻارڻ ٻاريو آ۔
ايئن گذاريو آ.

ٽاڪي ٽاڪي سان او ساجن،
توکي ساريو آ۔
ايئن گذاريو آ.

گهاٽي ۾ منصور سوا تو
جيون گهاريو آ۔
ايئن گذاريو آ.

○

آيو جيئَن ڍوليو
سرتيون سڀ ڪم سولا ٿي ويا.

هر هر هڏڪي، گرهُ ڪريو ٿي،
ڪانگ پئي ٻوليو.
سرتيون سڀ ڪم سولا ٿي ويا.

سال سڪائين سڪ ۾ ساڃن،
ڪيڏو هُئين روليو.
سرتيون سڀ ڪم سولا ٿي ويا.

ساهَ رڳن ڪان ويجهو سُپرين،
اندر ۾ ڳوليو.
سرتيون سڀ ڪم سولا ٿي ويا.



گهرو تي وبو گهاءُ،
هاڻي تہ سانول آءُ.

پرڏيهيءَ سان پيار ڪيو تو
پنهنجي لئہ آزار ڪيو تو
مِٺا ڏئي تي ماءُ۔
هاڻي تہ سانول آءُ.

ڪنوڻين جي ڪيچل نہ وٽي تي،
برڪا مان بي باھہ چٽي تي،
سانوڻ ۾ بہ نہ ساءُ۔
هاڻي تہ سانول آءُ.

جوڀن ميرو ڪيئَن ڪيان مان،
بئي ڏي ڦيرو ڪيئَن ڪيان مان،
ڪر ڪوئي ڪهڪاءُ۔
هاڻي تہ سانول آءُ.

پنبڻيون، پلڪون، وارَ وِڇايان،
تولئہ اکڙيون ڏار وِڇايان،
ڪريان آڌر ڀاءُ۔
هاڻي تہ سانول آءُ.



# نظم

محبت کي ميجتا
ڏيڻ لاءِ جڳ ۾،
ڪا سهڻي ٿئي ٿي،
ڪو ميهار ٿئي ٿو..

# منصور جو نظم

منصور سيتائي سنڌيءَ جو اُهو ڀڳُڙو سيبتو ۽ سُريلو شاعر آهي، جيڪو شيخ اياز جي دور ۾ هوندي به، پنهنجو الڳ ٿلڳ، منفرد ۽ نرالو لهجو رکي ٿو.منصور جي شاعري اهڙي وينگس آهي، جنهن جا سڀ ويس وڳا ۽ هار سينگار سندس پنهنجا آهن. هو پنهنجو لهجو ۽ اسلوب ڪنهن ٻئي کان اُڌارو نه ٿو وٺي.ڇوڪريون پنهنجين سهيلين ۽ سرتين سان پنهنجا ڪپڙا، ويس وڳا، سينگار جا سامان ۽ ڳهه ڳٺا ونڊ ورڇ ڪنديون آهن. شاعر تشبيهون، استعارا، ترڪيبون، لهجا ۽ اسلوب ونڊيندا آهن، جيئن ڪائنات وحدت ۽ ڪثرت جي هڪڙي ڳنڍ ۾ ٻڌل آهي.

اُن ڪري هڪ شيءِ جا ٻيءَ شيءِ تي اثر فطري عمل جا حِصا آهن. شاعرن جو هڪ ٻئي کان اثر وٺڻ به فطري عمل ئي آهي. اُنهي هوندي به انفراديت ۽ نرالپ ڪنهن شاعر جي دائمي سُڃاڻپ ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون. جيڪا ڳالهه منصور سيتائيءَ جي شاعريءَ ۾ ڏاڍي سگهاري انداز ۾ اُڀري اچي ٿي.

منهنجي سامهون منصور سيتائيءَ جا نظم آهن. اُنهن نظمن کي پڙهندي، سندس انفراديت ۽ نرالپ جو حُسن پُوري چِٽائيءَ سان پَسي سگهجي ٿو.سندس نظمن ۾ ٻولي، لهجو ۽ اسلوب هن جو پنهنجو آهي. هُو هڪڙي خاص تاڃي پيٽي تي نظم جي اُڻَت ڪري ٿو ۽ فڪر جي ائٽ تي فن جو ريشم نهايت حُسناڪ رنگن سان جوڙي ٿو. سندس نظم مختصر هوندي به ڏاڍا اثرائتا، سُهڻا ۽ معنائن جا ڀنڊار آهن. اُنهن منجهه فڪري گهرائي آهي ۽ فني خوبصورتي آهي، سندس شاعريءَ ۾ فڪر جو مُلهه مهانگو مَنڌ فن جي اوچي ۽ سهڻي جام ۾ جرڪندو نظر اچي ٿو. پڙهندڙ جڏهن حرف حرف ڍُڪ ڍُڪ ڪري اندر ۾ لاهي ٿو تڏهن مَٽس ڪيپ خُمار چڙهي ٿا وڃن. نيڻهن جي نشي جهڙا اِهي نظم ماڻهوءَ کي ميران ٻائي وانگر پريم ديوانو ڪري ٿا ڇڏين.هُونئن به شاعري اُها راڌا

آهي جنهن ڏانهن ماڻهوءَ جي مَن جو ڪِرشن سدائين موهت ٿي ڇڪجي اچي ٿو. هِتي من جو ڪرشن رُڳو راڌا جو ئي رهي ٿو ڇو جو ڪويتا ۾ ڪا بہ رُڪمڻي نہ ٿيندي آهي. اهڙي شاعري جيڪا يڪتا محبت جون نراليون ڪيفيتون پاڻ ۾ سمائي، پڙهندڙن کي آڇيندي آهي. اُها پلر جي پالوٽ وانگر درماندين دلين جا سپ ٿوٽَ پَٽ پُسائي شاداب ڪري ڇڏيندي آهي. اهڙي شاعري پڙهندڙن جي ڇپن تان ٿيندي، سندن دلين ۾ لهي وڃي ٿي. اهڙي شاعري جُڳ جُڳ جو جادو هجي ٿي. امر هُجي ٿي، ماڻهن جي دلين ۾ هميشہ ڌڙڪندي رهي ٿي.

منصور سيتائيءَ جي نظمن ۾ اهڙي سگهہ، ڪشش ۽ ڇِڪ آهي جيڪا پڙهندڙ کي پاڻ ڏانهن ڇِڪي ٿي ۽ سندس اندر ۾ لهي وڃي ٿي. جتي اُهي نظم رومانويت جي روح پرور ادائن سان سرشار آهن، اُتي اُنهن ۾ زبردست سياسي ۽ فڪري گهرائي ۽ سَگهہ پڻ موجود آهي. گڏوگڏ اُهي فني خوبصورتي ۽ حُسناڪيءَ جو وڏو جهان بہ پاڻ ۾ سمائي رکن ٿا. جيڪا شاعري هڪ ئي وقت عشق حسن جي فطري جذبن، رومانويت، سياسي فڪري سگهہ ۽ فني حُسناڪيءَ سان سرشار هُجي ٿي، اُها شاعري پنهنجي دؤر تي اڻمٽ اثر وجهندي، هر دور جي شاعري بڻجي پوي ٿي. اهڙي شاعريءَ ۾ زندهہ رهڻ جي پوري شڪتي موجود هجي ٿي. جنهن شاعريءَ ۾ زندگيءَ جي شڪتي هجي، اها ڪڏهن بہ زوال جي هٿان چيپاٽجي نہ ٿي سگهي.

آئون سمجهان ٿو تہ منصور سيتائي سنڌ جي هاڻي پُراڻي ٿيندڙ نئين ٽهيءَ جي شاعرن ۾ ائين منفرد آهي جيئن موهن جو دڙو دنيا جي تهذيبن ۾ نرالو آهي. مون کي سندس نظمن، غزلن، گيتن توڙي واين سوڌو سندس سموري شاعريءَ ۾ موهن جي دڙي جي عظيم ناچڻي رقص ڪندي نظر ايندي آهي. ياد رهي تہ رقص سنڌ جي صدين جي ريت پريت ۽ زندگيءَ جي جيت آهي.

**نواز خان زئور**

20 آگسٽ 2015

ميرپور بٺورو سنڌ

## وئشيا

مونکي هر ماڻهو ٿو حرامي چئي،
منهنجي امڙ ڏي ٿا ڪڍن آڱريون،
۽ چون ٿا تہ آهي پيشہ ور،
مان چوان ٿو تہ منهنجي امڙ،
آهي قرآن کان بہ پاڪيزه،
هوءَ هن دور جي آهي مريم،
۽ مان هن دور جو آهيان عيسيٰ...



## سرخ گلاب

او روحاني اولاد حجاج جا
جو چاهيو اوهين ٽا،
ائين ٿيڻ نہ ڏيبو
سوين ڀل سنڌين کي صليبن تي چاڙهيو
اڳي جيان انهن جون زبانون وڍايو
مگر سنڌ جو ڪنڌ جهُڪائي نہ سگهندؤ!
اوهان جي ابن ڪالهہ ديبل تي ڪاهيو
۽ اڄ ٽا اوهين شاهہ بندر تي ڪاهيو
قسم آهي ڏاهر جي پوتر ننگن جو

جنين کي ننگو ڪيو ويو بغداد ۾،
اسان تن سان اڄ تائين ٿيندڙ ظلم جو
وچن آ تہ وننداسين سارا پلاند!
اسان لاءِ عيدون بہ شامِ غريبان،
اسان لاءِ هر ڏينهن محشر ڏهاڙو،
اڳي ڄامشورو هو جنت جو ’سِمبل‘
اهو هاڻ مشعل وسائل لڳي ٿو.
’او اسلام اسلام‘ چئي سِر وڍيندڙ
اسان لاءِ مقتل جا سڀ پيچرا هي،
نوان ڪونہ آهن، نوان ڪونہ آهن،
اسان جي جوانيون نہ ماٽيون تہ ڇاهي،
اسان جي رڳن مان ڦٽل هي گلابي ڦڙا رت جا،
جي ڌرتيءَ تي ڪرندا،
سوين سرخ ڦٽندا انهيءَ مان گلاب،
جي اُپري اوهان لءِ آڻيندا عذاب.



## ليڊر

ليڊر
مرڻ گهڙيءَ تائين،
بک هڙتال تي ويٺو آ.
۽ ڏند ڪوٽي رهيو آ..



## گانڌي

واچوڙا ٿا جيڪي،
تين ديس جي لئه،
انهن دشمنن لاءِ آنڌي ٿيو
چڙيو ڏاند گوبون،
۽ ريج جون بچون،
سڏايو ٿا ليڊرته گانڌي ٿيو.



## سار جا گُل

سار جي گُلن
۽
پنهنجن ڳلن کي
ڪڏهن به سُڪڻ ڪو نه ڏنو اٿم.



## زندگي

اسان جي به يارو
عجب زندگي آ،
رڳو درد آهن،
نه ڪائي خوشي آ،
اڪيلو آ منصور رڻ جي سفر ۾،
نه ڪو آهي دلبر،
نه ڪا دلبري آ...



## وڄ

وڄ منهنجي مٿان،
چڙ ڪري ٿي پوي،
نوڪ خنجر جي ڪائي ڪپي ٿي پوي،
جڏ ٻڏان ٿو تہ نياٽي لٿي ڪا وئي،
روح سان گڏ،
منهنجي دل ٽٽي ٿي پوي.



## سهٽي ميهار

محبت ڪي ميتا
ڏيڻ لاءِ جڳ ۾،
ڪا سهٽي ٿئي ٿي،
ڪو ميهار ٿئي ٿو.



# منهنجو وطن

ديس ڏٺي جت روز ڪسن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.

جت ڳوٺن جا تا ڳوٺ سڙن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.

جت پنهنجا ڏاڙا پاڙ هٽن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.

جت مورن بدران نور نچن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.

جت ماڻهن کي لنڙو نہ لڳن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.

جت ٻار بہ پيٽ بکيا تا سمهن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.

جت سوليءَ تي منصور چڙهن،
سو منهنجو وطن سو منهنجو وطن.



## پوءِ بہ جيئان پيو

تو سوا
چڙ بهارون بہ آهن خزان،
روح ڀٽڪي پيو
زرد پتن جيان،
زندگيءَ جون گهڙيون،
زهر کان وڌ ڪڙيون،
ٿي وبون او مني،
پوءِ بہ گهاريان پيو
تون هي سمجهين متان،
جي نہ سگهندو اڪيلو
اوهان جو سڄڻ،
زهر پيئان پيو
بس ڏکيو يا سکيو،
پوءِ بہ جيئان پيو.



# ماضي حال ۽ مستقبل

سونهن ۽ سندرتا
امن ۽ پيار
گل ۽ ميوا
انبن ۽ زيتونن جي هبڪار
ڪٽڪن جا لاب
سنڌ جو شاندار ماضي۔
چوطرف دونهون
بارود جي بوءِ
چوريون، ڦرون ڌاڙا
اغوائون ۽ قتل
لاشن جا ڍير
سنڌ جو حال۔۔۔۔
شاهہ جو رسالو
اياز جي شاعري
لوهم جي دڙي جيان
وساريل ڪنڊر
شيام جي سٽ تہ
”هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي“
سنڌ جو ڏيچاريندڙ مستقبل.



## نانگ سنگھي ويندو آ

ائين منصور تنهنجا،
پير ڇهي ويندو آ ،
ڪوئي مومن جئين قرآن چمي ويندو آ،
بار هاري جو ڪوئي ايندو پڙهي آهي ته ڇڻ،
ڪنهن وڏيري ڪي،
ڪوئي نانگ سنگهي ويندو آ..



## انڪار

ڪنهن وار جي،
توکان پرين انڪار ٿي ويندو،
هر ڪار ڪان،
منصور پو بيڪار ٿي ويندو،
تنهنجي اگر ها ۾ ها،
رهندي آئي ته پو،
منهنجو ته لکيل شعر هر،
شاهڪار ٿي ويندو..



## ڪتاب، ڪئسيٽون

تون سري آ،
نہ ڇئي سگهيس توکي
مان بہ وڇهو
نہ ٿي سگهيس توکي
پيار بدلي،
ڪتاب، ڪئسيٽون
ڇا ڏنم؟
ڪجهہ نہ ڏئي سگهيس توکي..



## ڪافر

هوءَ بہ
جلوا نمائي ڪري ڪانہ ٿي،
مان بہ
ڪافر ٿيڻ کان بچي تو وڃان!



## نماز

ساري دنيا جون
بندگيون گڏ ڪيو
نينهن جهڙي
نماز ئي ڪانهي..



## دعا

اڪيون چڙ سنڌو وار تنهنجا ڪڪر،
تنهنجا چپ آهن سنڌيءَ جا اکر،
تنهنجا ڳل، قرآن جا چڙ پنا،
ادب سان انهن تي مون بوسا ڏنا،
رهين شال ڪلندو گلابن جيان،
مٿان ماڪ ٿي تنهنجي پوندو رهان،
منهنجي دل ٿي هر هردعا هي ڪري،
سدا سونهن تنهنجي سلامت رهي..



# وائي

ڪارونجهر جا مور،
مون وٽ رات رهي وڃو!

منهنجي گهر ٿئي روشني،
چانڊوڪيءَ جا چور،
مون وٽ رات رهي وڃو!

## منصور جي وائي

وائي جا مؤجد حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جن آهن. وائي جا شاهہ سائين جن جي رسالي ۾ ڇهہ قسم آهن- هيڪوڙِي وائي، ڏيڍي وائي، ٻٽي وائي، اڍائُوٽي وائي، ٽيڙي وائي، ساڍي ٽيڙي وائي جا حسين ترين نمونا هڪيا حاضر آهن. وائي سنڌي شاعريءَ جو مڪمل ڪلاسيڪي نمونو آهي. بيت وائي جي پڌرائي يا راڳڏاري جي سُجاڻ آهي. وائي جي ڪلاسيفڪيشن اها آهي تہ وائي ڪي مڪمل راڳڏاري، گائڪي آهي. ٻي سُجاڻ اها اٿس تہ وائي پنهنجي فن ۾ ماترڪ ڇندن تي پُوري تَڪَ تور سان آراستا پيراستہ آهي. ٽين وائي جي مڪملتا اها آهي تہ وائي ٻولي جي اِنڊن، اشارن، اُچارن، علامتن، اهڃاڻن جو مڪمل اڪيڊمڪ مجموعو آهي. وائي جي چوٿين انفراديت ۽ سُجاڻ اها آهي تہ وائي نہ رڳو پاڻ گائڪي واري صنف آهي، پر سنڌي شاعريءَ جي صنف بيت جي موضوعاتي ۽ راڳڏاري سُجاڻ واري صنف آهي. پنجين وائي جي ڪلاسيفڪيشن اها آهي تہ ٽن صدين کان وائي پنهنجي ڪلاسِڪ گائڪي سان اڄ بہ ڀٽ شاهہ تي ڳائي وڄائي وڃي ٿي.

تاريخي طور تي وائي کي اڍائي صديون پوءِ وري سنڌي شاعريءَ جي جديد نظريي سان شيخ اياز اڃي نئون روپُ بخشيو. شيخ اياز جي وائي صنف طور تي ڀرپور فلسفي سان سنواريل آهي، پر ان کي شاهہ سائين واري ڪلاسيڪل گائڪي ناهي. تنهن ڪري ان وائي کي نيم ڪلاسيڪل وائي چئبو. شيخ اياز ”ڪپر ٿو ڪُن ڪري“ ڪتاب ۾ نو سُر ڏنا آهن، جن ۾ بيت ۽ وايون آهن، ليڪن انهن واين کي ڪلاسيڪل سنڌي گائڪي ناهي. شيخ اياز کان بعد وائي جديد شاعري جي زينت بڻي.

بيت جي سنگم کان سواءِ راڳداري جي دنيا ۾ جديد وائي صرف جديد شاعريءَ جي صنف آهي. شيخ اياز ماترڪ ڇندن کان علاوه ورنڪ ڇندن ۾ به وايون رچيون آهن. ليڪن اهي به جديد فن ۽ فڪر واري صنف آهن. نيم ڪلاسيڪل وايون به ناهن.

منصور سيتائي جون وايون به جديد شاعري جي صنف طور سُڃاتيون وينديون. منصور جي ڪتاب ”رنگين تنهائي“ واريون وايون فني ۽ فڪري طور تي جديد شاعري جا شاهڪار آهن. منصور سائين وڏي مهارت سان ڇند جو استعمال ڪيو آهي. سچ اهو آهي، ته منصور کي داد ڏيندي فخر وچان ڳاٽ به اوچو ٿو ٿئي، جو ته پاڻ اسان کي ۽ پنهنجي منڙي ٻوليءَ کي فن ۽ فڪر سان نوازيو اٿن.

جئن جئن سِڄ چڙهي

ڪاڇي ڪونج رڙي

| جئن | جئن | سِڄ | چڙهي، | |
|---|---|---|---|---|
| دگڻُ | دگن | ڏگڻُ | نگن | |
| 2 | 2 | 3 | 3 | =10 ماترا۔ |

| ڪاڇي | ڪونج | رڙي۔ | |
|---|---|---|---|
| ڀگڻُ | سارگن | نگن | |
| 4 | 3 | 3 | = 10 ماترا۔ |

آرُن ڇند، 7 گُڻَ، 20 ماترا، هيڪوتي وائي.

هن وائي ۾ ڪونج استعارو آهي. ڪاڇيلي عورت جو۔ سِڄُ علامت آهي وهيءَ جي۔ پرپروائي آهي وائي جا ٻئي پد سگهارا آهن. سنڌ جي سانوري سونهن ۽ ڪونج جو سانورو رنگ پاٽي ۾ پاٽي تي ٿا وڃن. اهو شاعر جو باڪمال مشاهدو آهي. ڪونج فراقي پکي آهي ته شاهه جون سورميون به فراقي آهن. پوري سنڌ جي سونهن فراق جي علامت آهي۔ منصور ڪيرون لهٽيون.

پاٽيءَ ڦڙو ناهه ڪو،
ٻاجهر سنگَ سڙي،
ڪاڇي ڪونج رڙي۔




ڪاڇي ۾ پيئائين پوک جو تصور ئي ڪونهي. ڪاڇي جي سرزمين کي برسات جي موسم ۾ پاڻي هڪڙو پيرو چمي ڏيئي هليو ويندو آهي، تہ وري ٻارهين ماهہ جڏهن مند وري. تنهن ڪري ڪڇي جي زمين، ٿر جي زمين ۽ ڪاڇي جي زمين بوسِي فصل ڏيندي آهي. اسان وٽ تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظ بوسو زرعي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ چُومون، چمي، مٺي آهي. برسات وٺي پر ٿوري، ٻنو پريو پر نہ جهڙو هاري پوک پوکي فصل جائو پر سنگ ساڻ ڪري ويا. اَنُ نہ ڪيائون.منصور جي وائي جو هي بند اشاراتي يا ڪناياتي بند آهي. حسين ترين ڪنايو آهي. پري ڪان ڏسو پوک بيني آهي، پرسان وڃي ڏسو تہ سنگن ۾ ڪڻو ئي ڪونهي. علم بيان جي اهڙي مهارت واري اشاري جي مد ۾ آءٌ منصور کي مبارڪ باد ٿو ڏيان. اشارا ۽ ڪنايا اوائلي ٻوليءَ جا لفظ آهن. تصويرون بہ ٻوليءَ جي لفظن طور ڪم اينديون هيون. محاڪات زميني منظرنگاري جو نالو آهي. منصور سيتائي وٽ محاڪات جي ڪمي ناهي.

منهنجو سڀ ڪجهہ ويو هليو

تنهنجي يار اڙيا

ڪاڇي ڪونج رڙي

لفظ اڙو اندو اوڙو ڪوڙو خاص حالتن ۾ ساڳي معنيٰ وارا لفظ آهن. اڙو بازاري ٻوليءَ ۾ ياڳئي جي آندل مال جو تلو- جنهن ۾ منصور جا پهريون بہ هليا ويا. اندو بہ ساڳي طرح بازاري لفظ بہ آهي، پر زرعي لفظ بہ آهي، جنهن ۾ چئن پنجن هارين جي هارپ جو حصو اچي وڃي ٿو. لطيف سرڪار پنهنجي ٻوليءَ کي ايترا تہ اهڃاڻي، علامتي، اشارتي پوش پهرايا آهن، جو ڪنهن نقاد کان لٿا نہ پڄن. منصور جي وائي جو هي بند بہ ڪناياتي آهي، جنهن ۾ منصور جي مايا محبت يار جي ياڳي ۾ هليا ويا. منصور جي هيءَ وائي ٻن فني ذارائن ۾ هلي ٿي. مثان اَرُنُ چند، 20 ماترا ۽ هيٺ، مصرعن ۾ تيرهن، ڏهہ ماترا، ٽيويهہ ماترا ۽ ڏوهيڙو چند استعمال ٿيل آهي. شاعر وائي جي فن ۾ شاهہ سائين جن وانگر فن جو استعمال وافر نموني ڪيو آهي. منصور کي واڌايون هجن جنهن وائي جو ڀرپور مطالعو ڪيو آهي.

ٻي وائي!

مـــادر مـــاري مُون!

ڪـــاري ڪـــيڙائـــو ويـــا.

| | | |
|---|---|---|
| مادر | ماري | مُون! |
| يگڻُ | يگڻُ | سم پد |
| 4 | 4 | 2 = 10ماترا. |

| | | |
|---|---|---|
| ڪاري | ڪيڙائو | ويا |
| يگڻُ | مگڻُ | نگڻ |
| 4 | 6 | 3 = 13 ماترا. |

چامرڇند, ٻہ ڪويتا پد, 23 ماترا, پنج گڻَ ۽ هڪ سم پد_ ڏاڍي خوبصورت وائي آهي, منصور ماترڪ ڇند جو نرالو استعمال ڪيو آهي.

ڪارو= سمونڊ, ساگر, ڪيڙائو= ڪيڙيندڙ.

سوال آهي سمونڊ کي ڪنهن ڪيڙيو؟ جواب ۾ عرض ڪندس سپ ڪان اول ساوڻ مند سمونڊ کي ڪيڙي ڪاراڻ سمونڊ ۾ ڇڏي, منو پاٽي اُڀُنِ ۽ ڪڪرن ۾ ٻاڦ ڪري ڪٽي سمونڊ ڪان ڪيلاش پربت تائين وسائيندي ويندي آهي. ٻيو غواص ۽ گهاتو سمونڊ کي ڪيڙيندا آهن. جيڪي اونهي ۾ اوهري موتي ميڙي ورندا آهن. ٽيون وڻجارا ٻيڙن ۾ ڪچو مال پرائي پرڏيهہ پوريندا هئا. ست سمونڊ لتاڙي واپار ڪري, ڌن دولت سان ٻيڙا ڀري واپس ورندا هئا. منصور سيتائي لفظن جي معنوي گهراين جو ڄاڻو شاعر آهي, جنهن هن وائي ۾ معنيٰ ۽ مفهوم جو خاص خيال رکيو آهي. هتي لفظ ڪيڙائو استعاري طور ڪم آيل آهي. لاجواب استعارو آهي. سنڌ ۾ وائي جو هي سناءُ شيخ اياز ۽ تاجل بيوس ڀرپور ڪيو هو.

هتڙا وارن ۾,

تارا تارن ۾,

سوچي تي پئي سانوري.

| | | |
|---|---|---|
| هتڙا | وارن | ۾ |
| سگڻُ | يگن | سم پد |
| 4 | 4 | 2 = 10 ماترا |

تارا تارن ۾
پگڻُ پگڻُ سمر پد
4 4 2 = 10 ماترا

سوچي تي پئي سانوري
پگڻُ سمر پد سمر پد رگن
4 2 2 5 = 13 ماترا.

وام سَوَيا، 33 ماترا، 3 وائي پد، 6 گُن، 4 سمر پد. منصور سائين وائي جي تاجي پيٽي کي چڱيءَ پر پرکي پوءِ قلم کنيو آهي، چند وديا ۾ 32 ماترائن تائين چند جو استعمال ٿيندو آهي ۽ پوءِ سَوَيا ۽ ڇٽيهن ماترائن کان اڳتي رنڊڪ، ڊنڊڪلا ۽ ڊنڊڪ ورت جو استعمال ٿيندو آهي، جس هجي منصور سيتائي کي جنهن پنهنجي فني سفر کي ڏاهپ ۽ سچائي سان جاري رکيو آهي. حقيقت اها آهي تہ سنڌي ٻوليءَ کي سٺا نقاد مليا ئي ناهن. سنڌي ٻوليءَ جي نقادن ۾ جيڪي وڏا وڏا نالا شامل ڪيا ويا، انهن ادب جي سرد جنگ لڙي پنهنجو وقت وڃايو انهن ٻوليءَ جي ڪا بہ خدمت نہ ڪئي.

ڏاگها ڏونگر ڏير،
جيجان! جاڙ ڪري ويا

ڏاگها ڏونگر ڏير
پگڻُ پگڻُ سارگڻُ
4 4 3 = 11 ماترا.

جيجان! جاڙ ڪري وي
پگڻُ سارگڻُ نگڻُ نگڻُ
4 3 3 3 =13 ماترا

رولا چند، 24 ماترا، 2 وائي پد، 7 گڻُ. منصور سيتائي کي گُڻِي شاعر سڏيندي مون کي ڪا بہ هٻڪ نہ ٿي ٿئي، ڇو تہ پاڻ چند، گڻن ۽ پدن جو استعمال احسن طريقي سان ڪيو اٿس.

ڇالئہ ۽ ڇاڪاڻ؟
آهي هِيَ آلاڻِ،
تنهنجي ڳل تي سانوري!

چائنَ ۽ چاڪاڻ؟
پگڻُ سمر پد تگڻُ
4 2 5 = 11 ماترا

آهي هِيَ آلاڻ،
پگڻُ دگڻُ تگڻُ
4 2 5 = 11 ماترا

تنهنجي ڳل تي سانوري
سگڻُ دگڻُ سمر پد رگڻُ
4 2 2 5 = 13 ماترا.

سُکي سَوَيا، 35 ماترا، 3 وائي پد، 8 گڻُ، 2 سمر پد، منصور سيتائي تخيل پردازي ۾ بہ ڪبوتر جي پرواز کان ونئي شهباز جي پرواز تي ٿو وڃي پهچي. توڙي جو رومانس انفرادي لڳاءَ جو نالو آهي. رومانس ازم جي ڪا تحريڪ دنيا ليول تي ناهي هلي.

ان انفرادي تعلق جي مد ۾ دنيا جو گهٽي کان گهٽو ادب رومانوي آهي. اهو تعلق فطري هئڻ ڪري عشق جي جنوني جذبي تائين وڃي پهتو. موجوده دؤر ۾ جيڪي قدرن ۾ تبديليون آيون آهن، ان توڙ ڦوڙ ۾ ڪال بواءِ ڪلچر ۽ ڪال گرل ڪلچر جو رجحان پيدا ٿيو آهي، جنهن ان خوبصورت ۽ پاڪيزه جذبي کي ضرورت جو نالو ڏيئي، هڪ خطرناڪ روپ ڏنو آهي، جنهن جي ڪري ادب کي ڪاپاري ڌڪ رسيو آهي. توڙي جو سنڌ جي ڳوناٽي ماحول ۾ اهو خطرناڪ رويو پيدا ناهي ٿيو پر پوءِ بہ اليڪٽرانڪ ميڊيائي سفر تيزيءَ سان اهي قدر متعارف ڪرائي رهيو آهي. منصور سيتائي يا اسان سڀئي سنڌي شاعر اڃا اڳين قدرن جي نمائندگي ڪري رهيا آهيون. ليڪن اها نمائندگي تڏهن سوپاري ٿيندي، جڏهن اسان ان پيار ۾ اڪيڊمڪ سينگار ۽ رس پريندا سين. ايئن فني ۽ فڪري رس، چس پيدا ڪجي.

ماڻهن جي هن ميڙ ۾
توکي ڳوليندي،
منهنجا پير پٿون ٿيا.

ماڙهن جي هن ميڙ ۾
يگڻُ سم پد دگڻ رگڻُ
4 2 2 5 = 13 ماترا.

توکي ڳوليندي
يگڻُ مگڻُ
4 6 = 10 ماترا.

منهنجا پيير پٿون ٿيا
سگڻُ سارگڻُ نگڻُ نگڻُ
4 3 3 3 = 13 ماترا

ڪسمستوڪ ڇند، 36 ماترا، 3 وائي پد، 9 گُڻ، هڪ سم پد.

منصور سيتائي هڪ تجربيڪار شاعر آهي، جنهن ڇند وديا جي ميدان ۾ به چڱا تجربا ڪيا آهن. فن جي ميدان ۾ اهي تجربا، فني سينگار ۽ ستاءَ جي تبديلي سان موسيقي يا ڌن کي بدلايو ٿو ڇڏي. اهو فني سينگار ائين آهي، جيئن هڪ فرد روزانو نئون نئون ويس ۽ نئون بوٽ پائي نڪري، تنهن ڪري موسيقي اسان جي ٻولن جي پوبان هلڻ وارو فن آهي، ان لاءِ نئون ميدان تيار ڪرڻ وارا شاعر حضرات آهن. منصور جي وائي فن ۽ فڪري ٻنهي سينگارن سان جڇپيل ۽ جهنجهيل آهي.

سِپُ ۾ موتين جيان،
گَجَ ۾ ڪاون جيان،
روح منهنجي ۾ رهين ٿي.

منصور سائين جي هيءَ وائي ورنڪ ڇند ۾ آهي.

سِپُ ۾ موتين جيان،
ستڪل پنجڪل
7 5 = 12 ماترا

گَجَ ۾ ڪا وَنِ جيان
ستڪل پنجڪل
7 5 = 12 ماترا

روح منهنجي ۾ رهين ٿي
ستڪل ستڪل
7 7 = 14 ماترا.

واگيشوِري سَوَيا ـ 3 وائي پد، 4 ڪلون، جن ۾ 4 مساوي ڪلون ۽ 2 غير مساوي ڪلون آهن. يعني 4 ستڪل ۽ 2 پنجڪل.

وائِنِ جي ميدان ۾ منصور نہ رڳو پاڻ موڪيو آهي، پر ٻوليءَ تي بہ احسان ڪيو اٿس. جيڪو ٻوليءَ وارن تي ٿورو ٿيل آهي ـ چند وديا ڪي چڏي هاڻي اڳتي هلڻ گهرجي.

## منصور جي واين جون تڪون

جِئن جِئن سِجُ چڙهي،
ڪاچي ـ ڪونج رڙي.

هن وائي جو تڪيارو پد خوبصورت آهي، وري اولاٽڪ پد جو ان مٿئين سان يڪ ٽُڪو ٿيو، تہ هيڪاري وائي جو سهج ۽ سينگار وڌي ويو. هن وائي جي ٽُڪَ آهي ”چَڙهي.“ هن ٽُڪَ سان يڪ ٽُڪيون تڪون آهن ”جَڙي“، ”سَڙي“، ”آڙي“ ”تڙي“ ۽ اولاٽڪ پد واري ٽُڪَ ”رَڙي“ ـ سنڌي ٻوليءَ جا معروف ۽ مانوس لفظ آهن. ٽُڪَ رچنا جو علم منصور جي طبيعت ۾ ايئن ٿو نظر اچي جيئن گلاب جي گل جي رنگت.

مادر ماري ”مُون“
ڪاري ڪيڙائو ويا.

هن وائي جي تڪياري پد جو هڪ پرت لفظ ”مون“ تڪ آهي. هن تڪ سان يڪ تڪيون تڪون آهن: ”ٻانهون“، ”راهون“، ”دانهون“، ”وائِون ـ“ بي انتها خوبصورت سنڌي ٻوليءَ جون معروف تڪون آهن. هن وائي ۾ ڪجھ واڌو تڪون بہ نظر مان گذريون: ٻُسيون، پيون، ٿيون، جن وائي جي انترڪ پدن ۾ هيڪاري ترنم ۽ رچاءَ رس پيدا ڪيو آهي.

هتڙا وارن ۾،
تارا تارن ۾،
سوچي ٿي پئي سانوري،

هن وائي جي سري وارا ٻه پد ۽ اهي ٻه پاڻ ۾ تڪيارا.

”وارن ۾“، ”تارن ۾“ تڪن سان يڪ تُڪ تڪون آهن. ”آزارن ۾“، ”لابارن ۾“ ”ويچارن ۾“. هتي هيءَ وضاحت ڪندو هلان تہ هن وائي جي تڪن ۾ هڪ اڻ سِڌو اولاٽڪ پرت ”۾“ ضمر ٿيل آهي، تنهن پرت تڪن کي وڏيڪ معنوي حسن بخشيو آهي. ان لفظي دغا جو حسن تڪ جي اندر اڪيلي ٿو ڏسي. هن جڙاوت تڪن ۾ ميناڪاري جو رنگ اختيار ڪيو آهي. اهو مظروفي تڪن جو روپ منصور سيتائي جي شاعري ۾ ائين ٿو ياسجي جيئن ڪا ترڪيبي اڇوتي طرز بيان ٿي هجي. سائين منصور جي هيءَ ڏيدوٽي وائي خوبصورت ترين وائي آهي.

ڪنهن کي ٻولن ٿيون؟

ڪارونجهر تي ڪامٽيون.

”ٻولن ٿيون“ مکيو مُڪڙي واري تُڪ. ”رولن ٿيون“، ”کولن ٿيون“، ”ٻولن ٿيون“ ٻن فعلن واريُون تڪون آهن. مستعمل فعلن جو پُراثر استعمال بهترين نموني ڪيل آهي. اهڙي سٺا تي منصور سيتائي کي دلي مبارڪ باد ٿو ڏيان. اهو ترڪيبي انداز پنهنجي ٻوليءَ جو جاکوڙي عنصر ظاهر ڪري ٿو. منصور سيتائي استاد شاعرن وارا تجربا ڪيا آهن.

ڏاگها، ڏونگر، ڏيرَ،

جيجان جاڙ ڪري ويا!

مکيو تُڪ آهي ”ڏيرَ“، ”سيرَ“، ”پيرَ“، ”ڪيرَ“ يڪ تُڪيون تُڪون ٿي آيون آهن. بلڪل چاتل سچاتل تڪون آهن.

دونهون، دهشت، ڏَپَ،

سينواريل سماج ۾.

”ڏَپَ“ سان ملايل تڪون آهن ”لَپَ“ ”سَپَ“، ”چَپَ“. خوبصورت وائي آهي، تڪن جو استعمال بہ بهترين ٿيل آهي.

گهوڙا ڙي گهوڙا!

منهڙو محب مٺي ويا!

ترخانن ۽ ارغونن جي ڪاهن واري دؤر جو پهاڪو آهي، جنهن کي منصور وري جيئاريو آهي.

"ڳوڙها"، "جوڙا"، "سوڙها" خوبصورت ميل واريون ٽُڪون آهن. جوڳيئڙا، گهوڙا ڙي گهوڙا، واري ٽُڪَ جي سنگ ۾ نه ٿي هلي.

چانئه ۽ چاڪاڻ؟
آهي هِيَ آلاڻِ
تنهنجي ڳل تي سانوري!

چاڪاڻ ۽ آلاڻِ جي ميل واريون ٽُڪون آهن: "سُرهاڻ" "اُهجاڻ"، "چانداڻِ" انتهائي حسين تڪن جو جوڙ جڙيل آهي، منصور واڌايون لهڻيون.

## منصور جي وايُن جا اولاٽڪ پَد

لهندا اوسيئڙا،

"نيٺ نه ايندو سانورو"-

"نيٺ نه ايندو سانورو!" خوبصورت اولاٽو آهي، جيئن ڪنهن منڙي ماءُ جي لولي هجي.

ساون ڪيتن ۾،
واهڻ وستين ۾،
"توکي ڳوليندو رهيس"،

"توکي ڳوليندو رهيس" مڪمل اولاٽو، جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي ڪمي نظر نه ٿي اچي.

هلندي هلندي مان،
ٿڪجي پيو آهيان،
"تُنهنجو ڏَسُ نه ٿو ملي!"

ڀرپور اولاٽو آهي، "تنهنجو ڏَسُ نه ٿو ملي!" هي اولاٽو يا مٿيان ٻئي اولاٽا ٿڪياري پدن ڏي نهارن به ڪين ٿا. ايتري پورنتا آهي هن اولاٽن ۾ جو تعريف ڪان سوا رهي نه ٿو سگهجي.

ڪارونجهر جا مور!

”مُون وٽ رات رهي وڃو!“

”مون وٽ رات رهي وڃو“ خوبصورت وائي جو اعليٰ ترين اولاڻو آهي.

سائين منصور سيتائي جون بہ وايون اهڙيون آهن، جن جا پورا سرا اولاڻي طور ڏنا ويا آهن. وائي جو اهو سٽاءُ پهريائين شيخ اياز جي وائُنِ ۾ آيل آهي، تنهن ڪري اهڙي نموني وارين وائُن کي شيخ اياز جي زمين واريون وايون چئجي تہ غلط نہ ٿيندو.

گهوڙا ڙي گهوڙا!

منهڙو محب مٺي ويا.

سانوڻ جي برسات جيان

ڳلڙن تي ڳوڙها،

گهوڙا ڙي گهوڙا!

منهڙو محب مٺي ويا.

ٻي وائي آهي:

انـــدر ۾ جهـــاتـــي،

ڪنهن بہ تہ پاتي ڪينڪي،

ساري عمر سونهن لئہ،

دلـــڙي هـــئي آتِي،

انـــدر ۾ جهـــاتـــي،

ڪنهن بہ تہ پاتي ڪينڪي!

منصور جي واين ۾ موسيقي ۽ گائڪي جا نوان نوان رنگ ۽ انگ موجود آهن. دل جي گهراين سان آءُ ڪيس واڌايون ٿو پيش ڪيان.

منهنجي راءِ اها آهي تہ شاعريءَ ۾ اوتيل فڪر اندر جي اپٽار آهي، يا فلسفي جي واڪاڻ آهي، يا ماحول جي چترڪاري آهي. شاعريءَ جو فن آواز جي فزڪس آهي. اڌ ماترا ڪان وٺي هڪ ماترا، سم پد، سمورا گُنَ ۽ سڀ ڳَلُون آواز جا جوڙيل ماپا آهن. ڪوبہ شعر

ان کان ٻاهر ناهي. سائين منصور سيتائي جون وايون بہ پنهنجي ماڻن ۾ ماڻن سان توريل تڪيل پوريُون آهن. آءٌ ڪيس دل جي گهراين سان واڌايون ڏيان ٿو. اميد ٿو ڪريان تہ پنهنجي منزڙي ٻوليءَ کي اڳتي بہ نوازيندو رهندو.

**سرمد چانديو**
ميراڻي محلو لاڙڪاڻو
10، 08، 2015ع

ڪنهن کي ٻولن تيون،
ڪارونجهر تي ڪامڻيون.

سـوڍن سِـر وِجـائـيـا
راڻا رولن تيون،
ڪارونجهر تي ڪامڻيون.

پنهنجي پنهنجي پريم جا،
ڪاتا ڪولن تيون،
ڪارونجهر تي ڪامڻيون.

ڪڍهن ٻہ ڪنهن سان ڪينڪي،
ٻاڙو ٻولن تيون،
ڪارونجهر تي ڪامڻيون.



جيئَن جيئَن سج چڙهي،
ڪاڇي ڪُونج رڙي

سڀ ڪو ويو سُڪار ڏانهن،
ڪنهن سان جِيءُ جڙي
ڪاڇي ڪُونج رڙي

پاڻيءَ ڦُڙو ناهِ ڪو
ٻاجهر سنگ سَڙي
ڪاڇي ڪُونج رڙي

منهنجو سڀ ڪجهه ويو هليو
تنهنجي يار اڙي
ڪاڇي ڪُونج رڙي

ٻُڪ اُڃ ۾ منصور ڪو
تڙ تان ڪينَ تڙي
ڪاڇي ڪُونج رڙي

○

مادر ماري مون،
كاري كيڙائو ويا.

سُرمو نيڻن ناهہ ڪو
ٻُسيون هِن ٻانهُون،
كاري كيڙائو ويا.

ڇَتي گُل گُلاب جا،
تڪيان پئي راهُون،
كاري كيڙائو ويا.

دل ۾ ديدن مان پيون،
نڪرن ٿيون دانهُون،
كاري كيڙائو ويا.

وڻ وڻ سان منصور پئي،
ونديان ٿي وايُون،
كاري كيڙائو ويا.



هئڙا وارن ۾،
تارا تارن ۾،
سوچي ٿي پئي سانوري.

جيون جانيءَ کان سوا،
ٿيو آزارن ۾،
سوچي ٿي پئي سانوري.

ايندو ساءُ سرير کي،
ڪو لابارن ۾،
سوچي ٿي پئي سانوري.

اَڌُ وهي گُذري وئي،
آ وِيچارن ۾،
سوچي ٿي پئي سانوري.

○

دونهون، دهشت، ڏپ،
سينواريل سماج ۾.

ڍنڍون، ڍورا ويا سُڪي،
ڪانهي پاڻيءَ لپ،
سينواريل سماج ۾.

مِني مِٽيءَ لاءِ اڄ،
سِڪن پيا ٽا سپ،
سينواريل سماج ۾.

سُونهن، پيار جا روز ٽا،
وڄن نڪ ۾ چپ،
سينواريل سماج ۾.

○

ڏاگها، ڏُونگر، ڏيرَ،
جيجان جاڙ ڪري ويا.

آيا تي اُجرا اڳيان،
من ۾ هُيَنِ ميرَ،
جيجان جاڙ ڪري ويا.

واتون واءَ وڄائيون،
ڏِڪيئين پُنهونءَ پيرَ،
جيجان جاڙ ڪري ويا.

ڏنگ وڇوڙي نانگ جا،
مادر سهندي ڪيرَ،
جيجان جاڙ ڪري ويا.



لهندا اوسيئڙا،
نيٺ تہ ايندو سانورو.

سُپت سنڌوءَ سير ۾،
موڪيان پئي ڏيئڙا،
نيٺ تہ ايندو سانورو.

هرهر دروازي منجهان،
پايان تي ليئڙا،
نيٺ تہ ايندو سانورو.

هنجهون چو هارين پيو،
بس ڪر بس جيئڙا!
نيٺ تہ ايندو سانورو.

○

گهوڙا ڙي گهوڙا،
منهَنڙو محب مٺي ويا.

سانوڻ جي برسات جيان،
ٻلڙن تي ڳوڙها،
گهوڙا ڙي گهوڙا،
منهَنڙو محب مٺي ويا.

جيڏيون جيڏن سان ٺهن،
شل نہ ٽُٽن جوڙا،
گهوڙا ڙي گهوڙا،
منهَنڙو محب مٺي ويا.

من ۾ مونجهہ وڏي وئي،
ساھہ ٿِيا سوڙها،
گهوڙا ڙي گهوڙا،
منهَنڙو محب مٺي ويا.

بن بن ۾ ڀٽڪن پيا،
جذبا جوڳيئڙا.
گهوڙا ڙي گهوڙا،
منهَنڙو محب مٺي ويا.



انـــدر ۾ جـــهـــاتـــي،
ڪنهن به ته پاتي ڪينڪي.

ساري عمر سونهن لئه،
دلڙي هئي آتي-
اندر ۾ جهاتي،
ڪنهن به ته پاتي ڪينڪي.

پنهنجي مقصد لئه مليا،
گهر جا سڀ پاتي-
اندر ۾ جهاتي،
ڪنهن به ته پاتي ڪينڪي.

جيون پر هئي ڪنڌ تي،
غربت جي ڪاتي-
اندر ۾ جهاتي،
ڪنهن به ته پاتي ڪينڪي.

هينئڙو ٽُنگ پروڻ هو
چاٽي هئي چاتي-
اندر ۾ جهاتي،
ڪنهن به ته پاتي ڪينڪي.

○

آءُ ملايون نيڻ،
”جوين ٻہ تي ڏينهڙا.“

رهندو نالو رب جو،
کهڙا سنگتي سيڻ.
”جوين ٻہ تي ڏينهڙا.“

آئون ڏکايل ڏيهہ جو،
تون ٻہ تہ ڏين ٿو ويڻ.
”جوين ٻہ تي ڏينهڙا.“

رهزن آڏو رُڪ هون،
محبت ۾ هون ميڻ.
”جوين ٻہ تي ڏينهڙا.“



دل جي جذبن تي،
آهن ڏيپ جمي ويا.

گيت لکين ئي ڪونہ تون
ڇا تو سوچن تي،
آهن ڏيپ جمي ويا.

وبني وبني جُهور تيل،
ناريءَ جذبن تي،
آهن ڏيپ جمي ويا.

شيوِ وڏي ناهي وئي،
ڄڙ ڪي ڳلن تي،
آهن ڏيپ جمي ويا.
○

سانجهيءَ تائين مان،
تنهنجي واٽ تڪيان،
موٽي اچ او مينڌرا.

ميندي هٿڙن کي هڻي،
تو لئه تي ڳايان،
موٽي اچ او مينڌرا.

مونسان پل نہ ڳالهائجان،
جيڪر هاڻ رُسان،
موٽي اچ او مينڌرا.

جوڀن جي هر رات آ،
توبن سال سمان،
موٽي اچ او مينڌرا.



الا ڪنديس ڪيئن،
سانوڻ رت ۾ سانورا.

پيرون پتيان اس ۾،
آئون اڪيلي هيئن،
سانوڻ رت ۾ سانورا.

باھ بدن ۾ ڀڙڪي پئي،
ذهنن تپي تو جيئن،
سانوڻ رت ۾ سانورا.

هئہ هئہ عشق جوانڙي،
ڪار نہ منهنجي ايئن،
سانوڻ رت ۾ سانورا.

○

روزانو تون رات جو،
بيهي آڳر ۾،
ڪوسا ساھ نہ ڀر.

تنهنجو درد متائيان،
آ تون پاڪر ۾،
ڪوسا ساھ نہ ڀر.

ڪمرو خاڪ وجي نہ ٿي،
پنهنجي بستر ۾،
ڪوسا ساھ نہ ڀر.

پٿر جي اڳيان جهڪي،
منڙي مندر ۾،
ڪوسا ساھ نہ ڀر

مونکي ڏي جيڪي اٿئي،
ڏڪڙا اندر ۾،
ڪوسا ساھ نہ ڀر.

○

ڇا لئہ ۽ ڇاڪاڻ،
آهي هي آلاڻ،
تنهنجي ڳل تي سانوري.

جڏهن بہ مون توکي چميو،
هردم هئي سرهاڻ،
تنهنجي ڳل تي سانوري.

مايوسي ۽ ماٺ جو
ڪهڙو آ اهڃاڻ،
تنهنجي ڳل تي سانوري.

لهرون لهرون تي وئي،
سنڌوءَ ۾ چانڊاڻ،
تنهنجي ڳل تي سانوري.

○

ماڻهن جي هن ميڙ ۾،
تـــوکي ڳـــوليندي،
منهنجا پير پٿون ٿيا.

سجڻن ڪارڻ سرتيون،
واٽـــون ووڙيـنـدي،
منهنجا پير پٿون ٿيا.

جـــوڀـن، جيون جهد ۾،
جنگيون جهيڙيندي،
منهنجا پير پٿون ٿيا.

پلجي ويل ڪنهن پارجيان،
رستن تــــي رلندي،
منهنجا پير پٿون ٿيا.



سپنا نيڻن تي،
ٿورا لک ڪري ويا.

هڪ ئي رات رهي ڪري،
جاني جوڀن تي،
ٿورا لک ڪري ويا.

گهاوَ اوهان ڪان جي مليا،
منهنجن گيتن تي،
ٿورا لک ڪري ويا.

چپ اوهان جا ريشمي،
ڪهرن ڳلن تي،
ٿورا لک ڪري ويا.



مَنهُن مينهن ڪيرائيو،
غربت هن گهر مان،
ليئا پائي تي.

ڇَپ تہ آهن ڇُپ مگر،
چاهت اندر مان،
ليئا پائي تي.

ڪائي ڇوري ڇيڳري،
ڇوريءَ ڇو در مان،
ليئا پائي تي.

تنهنجو ئي خط آ پرين،
خوشبو ڪاڳر مان،
ليئا پائي تي.

○

هن جي جوڀن مان،
منهنجن جذبن مان،
سنڌو اٿلي آ پيو.

هن ڪان وڇڙڻ جي سمئي،
منهنجن نيڻن مان،
سنڌو اٿلي آ پيو.

ساوڻ جي برسات ۾،
لڪيءَ جبلن مان،
سنڌو اٿلي آ پيو.

وات تڪيندي اوچتو
دلبر ديدن مان،
سنڌو اٿلي آ پيو.

○

هلندي هلندي مان،
ٽڪجي پيو آهيان،
تنهنجو ڏس نٿو ملي.

منهنجا پير پٿون ٿيا،
پاهڻ رستن ڪان،
تنهنجو ڏس نٿو ملي.

توبن جيون جو سفر،
آخر ڪيئن ڪٽيان،
تنهنجو ڏس نٿو ملي.

تنهنجن پيرن ۾ پرين،
جيڪر ساهه ڏيان،
تنهنجو ڏس نٿو ملي.

○

مونکي او جانان،
آهن ياد اڄان،
توسان گهاريل راتڙيون.

لڳ وڃن ڪانڌارجي،
جڏهن ٻه ياد ڪيان،
توسان گهاريل راتڙيون.

مان پنهنجي ڪنهن نوٽ بڪ،
۾ ڏس ڪيئن لڪان،
توسان گهاريل راتڙيون.

او شل جيون ۾ وري،
پيهر پسان مان،
توسان گهاريل راتڙيون.

○





پائل جي جهنڪار سان،
نچندي ڪڏندي تون،
ايندي آهين خواب ۾.

پنهنجن ٻانهن جون ڪٽي،
مون لئہ مالهائون،
ايندي آهين خواب ۾.

اوتي اتر هير ۾،
مرڪون ئي مرڪون،
ايندي آهين خواب ۾.

پنهنجي لوئيءَ ۾ ڍڪي،
ڳاڙها ڪي ڏاڙهون،
ايندي آهين خواب ۾.



ڪارونجهر جا مور،
مون وٽ رات رهي وڃو.

منهنجي گهر ٿئي روشني،
چانڊوڪيءَ جا چور،
مون وٽ رات رهي وڃو.

دم دم توتان دلربا،
گهور وڃان مان گهور،
مون وٽ رات رهي وڃو.

اکڙيون وبون پٽرائجي،
تنهنجي ساڳي ٽور،
مون وٽ رات رهي وڃو.



ان ۾ قند نہ قير،
سپ ۾ ساجن پاڻ سمايو.

قاتل ۽ مقتول سان گڏ گڏ،
ڪاتي شرُ، ڪٿ خير،
سپ ۾ ساجن پاڻ سمايو.

جي هُو مندر منجهہ رهي ٿو
ڪعبي ۾ پو ڪير؟
سپ ۾ ساجن پاڻ سمايو.

ڪٿ سسئي ٿو رڻ ۾ رولي،
ڪٿ پُنهل جو پير،
سپ ۾ ساجن پاڻ سمايو.

حق ئي حق منصور جو نعرو
نـاحـق آ انـڌيـر،
سپ ۾ ساجن پاڻ سمايو.

○

سِپ ۾ موتين جيان،
گَجَ ۾ ڪاوَن جيان،
روح منهنجي ۾ رهين ٿي.

گُل ۾ خوشبوءَ جيان،
اُڀَ ۾ تارن جيان،
روح منهنجي ۾ رهين ٿي.

بادلن ۾ بارشن،
سمنڊ ۾ لهرن جيان،
روح منهنجي ۾ رهين ٿي.

سنڌ جي صوفين جيان،
شاهه جي بيتن جيان،
روح منهنجي ۾ رهين ٿي.



دلبر ديدن ۾،
ڏيئو ٻرندو تو رهي.

پنهنجي پنهنجي پيار جو
هر ماڻهوءَ من ۾،
ڏيئو ٻرندو تو رهي.

سرتا تنهنجي سار جو
پل پل سوچن ۾،
ڏيئو ٻرندو تو رهي.

گُذرين تو جنهن جاءِ تان،
مڙني رستن ۾،
ڏيئو ٻرندو تو رهي.



# ترائيل

يؤنر گل تي مِڙي پيا آهن،
جڻ مڪمل حيات ٿي آهي،
چنڊ تارا ڪِڙي پيا آهن،
ڇا تہ رنگين رات ٿي آهي!

# منصور جو ترائيل

منصور سيتائي ۽ مان سقراط سيتائي ننڍي لاءِ جا ۽ نوجوانيءَ جا سنگتي شاعر آهيون. ننڍپڻ منصور جو هو ۽ نوجواني منهنجي. جڏهن سيتا ۾ هڪ وڏجارو تخليقڪار پيرل پرديسي سيتائي محبت جي ماندڻيءَ تي محفلون مچايون ويٺو هوندو هو. تڏهن مون جهڙا ڪوڙ سيتائي سيڪڙات شاعر ادب جي آڳر تي سندس آڱر پڪڙي بانبڙن مان وکون کڻڻ لڳا هئا. انهن ۾ مون کان ڪجهه اڳ مجبور ميمڻ، غلام حسين غازي پرديسي سيتائيءَ جي سِڪ جو سڳو پنهنجي ڪرائي ۾ ٻڌي چُڪا هئا. سيتائي شاعرن جي اُن قافلي ۾ مون سان گڏ عمر سيال (سهڻل سيتائي)، اصغر سيتائي، گل محمد (دلشاد بلوچ)، شهزاد سيتائي ۽ ٻيا به ڪي سنگتي شريڪ ٿيا هئا. فياض بلوچ ۽ محترم بشير سيتائي اڳي ئي سينئرز جي لسٽ ۾ شامل هئا... ۽ گهڻو پوءِ ان سفر ۾ اچي شريڪ ٿيا منصور سيتائي، درد جانوري، ادنيٰ جانوري، محمد بچل بيوس ۽ ٻيا ڪي دوست. انهن مان ڪي وقت جي وهڪري جي تيزيءَ سبب الڳ ٿي ويا ته ڪي وري طوفاني هوائن جي آڏو سينو ساهي مقابلو ڪندا رهيا. منصور انهن پوين سنگتين مان آهي، جن معاشي مسئلن ۽ مخالف وهڪرن جي باوجود پنهنجي اندر جي شاعر کي مانو ٿيڻ نه ڏنو آهي ۽ اڳي کان اڳرو هلندو ٿو اچي. جڏهن ته مان ڪراچيءَ جهڙي ميٽروپوليٽن شهر ۾ اچي شاعريءَ کان پاسيرو ٿي معاشي مسئلن ۾ مُنجهي پيس... جڏهن ته هتي مون لاءِ موقعا به ڪوڙ هئا ۽ مدد ڪرڻ لاءِ سنگتي به جام هئا. پر پو به سقراط سيتائي روزگار جي روج پِتڪي ۾ الائي ڪهڙي ڪُنڊ ۾ لڪي ويهي رهيو. ۽ اُن جي جاءِ تي صحافي شبير سومرو اڀڳتي وڌي آيو. پر پوءِ به شاعريءَ کان فراريت جي باوجود شاعر دوستن سان لاڳاپو ڪڏهن به ڪٽيو ناهي. انهن جون

تخليقون پڙهڻ جو سلسلو بہ جاري رهيو آهي. ان ڪري مان چئي سگهان ٿو تہ پرديسيءَ جي جهان ڇڏڻ ڪان پوءِ منصور ئي اهو شاعر آهي. جنهن جي ڪري سيتائي شاعرن جو نالو اچا بہ لسٽ ۾ لکبو پيو اچي هن مرحلي تي دوستن جو اعتراض سامهون اچي سگهي ٿو تہ محترم بشير سيتائي، جو سڀ ڪان وڌيڪ سرگرم رهي ٿو؟ ان جي جواب ۾ فقط ايترو عرض ڪندس تہ اُن جو ڪئليبر ڪلاس ۽ جنريشن ٻي آهي. ٻلا ڪهڙو سيتائي شاعر هوندو جيڪو پرديسي سيتائي يا بشير سيتائي جهڙن سينئر استادن سان سينو ساهڻ جي سگهہ سارينده؟ مان تہ ٽن ڏهاڪن ڪان شاعرن واري ليکي ۾ ئي شامل ناهيان. منصور ڪان پوءِ وارن سيتائي شاعرن ۾ اميدون تہ تمام گهڻيون آهن. پر انهن کي اجا پاڻ مڃائڻ لاءِ مشق ۽ محنت سان گڏ مطالعو ڪرڻ جي اشد ضرورت آهي. ۽ مون کي خوشي ٿئي ٿي تہ منصور ۾ جديد شاعريءَ جو مطالعو ڪرڻ جي عادت بہ آهي ۽ اُن مان ڪي چڱيون ڳالهيون سِکي، اُنهن کي اختيار ڪرڻ جو شوق بہ اٿس. جيئن مون کي خبر آهي تہ سيتائي شاعرن مان ڪي گهٽ سنگتي آهن جيڪي ترائيل يا سانيٽ جهڙين نين ۽ ڏارين صنفن تي لکي رهيا آهن. جيتوڻيڪ اهي صنفون نيون ناهن رهيون جو اسان ڪان اڳ واري شاعرن جي ٿهي بہ انهن تي طبع آزمائي ڪندي رهي آهي، پر جيئن تہ هتي ڳالهہ فقط سيتائي سرجڻهارن جي پئي هلي، تنهن ڪري اهو ڪريڊٽ لازمي طور منصور سيتائيءَ کي ئي ڏيڻو پوندو تہ هُن پراڻين صنفن سان گڏ نسبتن نين صنفن کي بہ پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻايو آهي هن جا ڪجهہ ترائيل مون پڙهيا آهن جيڪي فني طور تہ پختا آهن ئي، پر ساڳي وقت خيال، فڪر ۽ جدت جي حوالي سان بہ ڪافي حد تائين وزندار لڳن ٿا. جيئن هي ترائيل:

آسماني ڪتاب آهين تون،
توکي ترتيب ڏئي رهيو آهيان.
ڪنهن پيمبر جو خواب آهين تون،
آسماني ڪتاب آهين تون.

زندگيءَ جو نصاب آهين تون،
صاف تڏهين چئي رهيو آهيان.
آسماني ڪتاب آهين تون،
توکي ترتيب ڏئي رهيو آهيان.

شاعريءَ کي قديم زماني کان پيغمبريءَ جو حصو قرار ڏنو پئي ويو آهي- اُن لحاظ کان شاعر ذري گهٽ پيغمبري مرتبي تي وڃي ٿو پهچي، پر اهو جيڪو ذرو گهٽ آهي، اها ئي اصل ڪمي آهي جيڪا منصب ۽ مرتبي ۾ تفاوت کي برقرار رکيو اچي ٿي. اها گهٽتائي شاعر کي شاعر ئي رکي ٿي، پيغمبر ٿيڻ نه ٿي ڏئي. نه ته اڄ اسان کي هومر کان وٺي اڄ تائين وارا هزار کن شاعر ۽ انهن جي شاعري ته تاريخ جي ڪاڳرن ۾ محفوظ ملي ٿي پر هڪ لک چوويهه هزار پيغمبرن جا نالا ۽ اُنهن جون تعليمات به محفوظ نه رهي سگهيون آهن.

سو پيغمبر جيڪي الهامي نياپا عوام تائين پهچائي ٿو ته اهي نياپا هُن جا پنهنجا گهڙيل يا ناهيل ناهن هوندا. هُو قدرت واري جي امانت، ان جي خلقيل جيتامڙن تائين پهچائيندو آهي، جيڪي نهايت ئي معمولي مخلوق هجڻ جي باوجود پنهنجي خلقڻهار جي حڪم، هدايت کي وساري ويهن ٿا ۽ پنهنجي ارڏاين تي اٽل ٿي بيهن ٿا. شاعر ان کان الڳ پاڻ خلقڻهار طور مستقبل ۾ جهاتي پائي املهه ماڻڪن جهڙا اکر آڻي هڪ خاص ترتيب سان انهن کي سينگاري، پاڻ جهڙن ماڻهوئڙن آڏو پيش ڪري ٿو.

ساڳئي وقت شاعر جڏهن پنهنجي محبوبا کي پيغمبر جو خواب قرار ڏئي ٿو ته اُن جي اسان جو معاشرتي مُلو پلي ڪهڙي به تشريح ڪري، پر پيار ڪندڙ ماڻهوءَ کي ان تشبيهه تي پيار ضرور ايندو. هر پيغمبر جيڪو ڌرتيءَ تي لاٿو ويو آهي ( يا آيو آهي ) سو سُنهاين، سُهڻاين، چڱاين ۽ محبتن جا معاملا ميڙي چوندي، هن دنيا جي لاءِ انهن وقتن ۾ ڪٽي آيو آهي، جڏهن هِتي اُنهن وِٿُن ۽ وکرن جي سخت گهرج هُئي. هر طرف براين، بيڄاين، ڪُلفتن، ڪُفر ۽ ذات جي ڏُڪر جو دور هلندڙ هو. سو اهي سڀ سوغاتون جيڪي پيغمبر ڪٽي ڌرتيءَ تي اچن

تا، اهي سڀ انهن جا سپنا ئي هوندا آهن، جن جي ساڀيا لاءِ هُو زندگيءَ جو نصاب ترتيب ڏئي جاکوڙ ڪندا آهن. ائين ئي آسماني ڪتاب ۽ پيغمبر جو خواب ئي جڻ ڌرتيءَ تي انساني زندگيءَ جو نصاب ٿي رائج. منصور جا ترائيل نيون ترڪيبون سامهون آڻين ٿا. جيئن مٿئين ترائيل جون پهريون ٻه سِٽون (مطلع) آهن.

آسماني ڪتاب آهين تون،
توکي ترتيب ڏئي رهيو آهيان.

انهي تخيل کي گهڻا سال اڳي هڪ غزل (شايد اياز گل جو هو) ۾ هن ريت پڙهيو هو.

تنهنجو چهرو قرآن،
منهنجا هٿڙا رحل.

محبوبا جي چهري کي الهامي ڪتاب سان تشبيهه ڏيڻ هڪ طرف ان جي چهري جي پاڪيزگيءَ جو اقرار آهي ته ٻئي طرف شاعر ياران الهامي ڪتاب جي مهانتا ۽ سُندرتا جو اظهار پڻ آهي. ائين ئي هڪ فاني دنياوي مظهر يعني انساني چهري کي ٻئي لافاني آسماني مظهر سان ڀيٽڻ مان سمجهان ٿو ته شاعراڻو وڏائُ چئجي ته غلط نه ٿيندو.

منصور جو ٻيو ترائيل هن ريت آهي.

روح جي راڳڻي اُجي آهي،
آءُ ملهار تي ڪڏهن مون وٽ.
هيلوڪي سانوڻي اُجي آهي،
روح جي راڳڻي اُجي آهي.
دل ٻه منهنجي گهڻي اُجي آهي،
سا نري تون اچين جڏهن مون وٽ.
روح جي راڳڻي اُجي آهي،
آءُ ملهار تي ڪڏهن مون وٽ.

تمام خوبصورت ۽ ساڳي شاعراڻين روايتن منٿن ميڙن وارو تخيل آهي. راڳڻي ۽ ملهار (سُر ۽ مُند) جي پاڻ ۾ قدرتي ۽ فني لاڳاپي

ڪي سهڻي نموني نڀايو ويو آهي. شاعر جو ڪم جتي قافيي جي صفائي رکي ايندڙ سيڪڙات شاعرن کي ڏڳ ڏيڪارڻ آهي، اُتي مُروج، مستعمل لفظن جا اُچار بہ اُهي ئي برقرار رکڻ ضروري آهن جيڪي صدين کان زبان تي چڙهيل آهن. پلي پوءِ اُهي غلط عام ئي ڇو نہ هجن. پر برقرار رهڻا آهن.

.شاعرن جي روايت يا عادت رهي آهي تہ اُهي سدائين محبوب يا محبوبا منجهان اها اميد رکندا آهن تہ اها مائي سڳوري گهر جون پابنديون ٺُڪرائي، لوڙها لتاڙي، ديوارون ڏُڪ ڪري پاڻ هلي اچي.اتي پهچي ڪين شربتِ .يدار پيارينديءِ وصل جو وسڪارو ڪندي جتي شاعر صاحب پاڻ ڪنهن لاچار، معذور ماڻهوءَ وانگر جميو ويٺو آهي يعني پاڻ مڙس ميهار آهي ۽ درياهہ پار جهوپڙي اڏيو انتظار ۾ ويٺل آهي تہ سهڻي پنهنجي گهران، ڳوٺان مائٽن کان لڪي نڪري اچي ۽ موج پريو مهراڻ نڪر جي دلي تي تري وٽس پهچي تہ .ٻيئن هو سندس وصل ماڻي سگهي. سڄي شاعري پڙهي ڏسبي تہ عاشق ائين ئي اوسيئڙي ۾ ويٺل . نبل ۽ ڪمزور نظر ايندو. جيڪو پاڻ هلي وڃي ڪي قدم ڪڻي محبوبا سان ملڻ کان لاچار آهي، پر منصور انهي شاعراڻي روايتي معذوري کان "بغاوت" ڪندي پنهنجي محبوبا کان برملا پڇيو آهي تہ

آئون اوڏانهن اچان، جتي آهين؟

اها بلڪل نئين ڳالهہ آهي، سُست، روايتي طور پاڻ کي چُرڻ پُرڻ کان لاچار سمجهي ويٺل عاشقن لاءِ سبق آهي جنهن لاءِ لطيف سائين بہ چئي چُڪو آهي تہ:

پاڻهي ايندم هوت، ڪجهہ آئون بہ اڳيري ٿيان.
متان چويم خان بلوچ، تہ هن ڪميڻيءَ مان ڪين ٿيو.

انهيءَ پس منظر ۾ منصور جو ترائيل مثال آهي:

آئون پنڪان پيو ٿو درشن لئہ.
منهنجا محبوب تون ڪِٿي آهين.؟

پيار آهي ضروري جيون لئہ.
آئون پتڪاں پيو تو درشن لئہ.
تنهنجي پاڪر ۾ تنهنجي ٻانهن لئہ
آئون اوڏانهن اچاڻ جتي آهين.
آئون پتڪان پيو تو درشن لئہ.
منهنجا محبوب تون ڪٿي آهين.؟

شاعر جو هڪڙو مسئلو اهو بہ هوندو آهي تہ هو ذهن ۾ جيڪو خيال مڪمل صورت ۾ تيار ڪري ونئي ٿو انهن کي جڏهن لفظن ۾ پيش ڪرڻ ويهي ٿو تڏهن ڪنهن حد تائين ڪُٺي پوي ٿو. هُو سمجهي ٿو تہ مون جيڪو خيال سوچن ۾ پچائي پورو ڪري پيش ڪيو آهي سو لفظن ۾ بہ مڪمل طور تي منتقل ٿي چڪو آهي. اُنهيءَ ڪري پڙهندڙ ۽ پڙهندڙ کي نہ فقط سمجهہ ۾ اچي ويندو. ايئن بہ اهو اُنهيءَ تخيل مان ائين ئي لطف ۽ مزو ماڻي سگهي ٿو جيئن شاعر کي پاڻ مڪملتا جو احساس ٿيو هو! پر ائين ٿئي نہ ٿو. پڙهندڙ ۽ پڙهندڙ لاءِ اها ڳالهہ اڻپوري ۽ مبهم رهجي وڃي ٿي، جنهن ڪري هو سڄو خيال سمجهي، ان مان لطف ماڻڻ کان لاچار رهي ٿو. انهيءَ تناظر ۾ منصور جي هڪ ترائيل جو پهرين اڌ مان شيئر ڪرڻ چاهيان ٿو جيڪو مون کي پوريءَ ريت سمجهہ ۾ نہ آيو آهي.

آئون سوچان پيو خودڪشي جو.
زندگي تي سڏيندي رهي.
ڪو بہ ڪرڻو نہ آ روشني جو
آئون سوچان پيو خودڪشي جو.
سور آهي وڏو هِن صديءَ جو.
تي غلامي گڏيندي رهي،
آئون سوچان پيو خودڪشي جو.
زندگي تي سڏيندي رهي.

هن ترائيل ۾ شاعر (شايد) غلاميءَ کي صديءَ جو وڏو سور چئي ٿو پر سندس سِٽ صاف سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي تہ غلامي ڇا کي ڇا ۾

گڏائيندي ٿي رهي؟ لفظن جي ورتاءَ کي جيڪڏهن پنهنجي شعري تخيل يا خيال جو پابند ڪري پيش ڪبو تڏهن اهو معاملو ايترو مبهم نہ ٿيندو. انهيءَ لفظي ابهام کي گهٽائڻ لاءِ مون لفظ "گڏيندي" کي، گاف تي زير ڏيڻ بجاءِ پيش ڏئي پڙهيو تہ معنيٰ کي ڪنهن قدر قابو ۾ ايندي محسوس ڪيم. گُڏڻ معنيٰ گُڏ ڪرڻ- هاٿي غلامي جڏهن گڏائڻ يا ملائڻ واري مفهوم ۾ واضح ٿي نہ ٿي اچي تہ اُن کي گُڏ ڪرڻ يعني مارڻ ڪُٽڻ استحصال ڪرڻ جي معنيٰ ۾ پيش ڪجي!

انهي ترائيل کي پڙهندي مون کي علم عروض بابت پنهنجي محدود ڄاڻ جو احساس بہ ٿيو جو مان ڪافي مروج ۽ استعمال هيٺ ايندڙ وزنن تي انهيءَ ترائيل جي تقطيع ڪري نہ سگهيس. تڏهن مجبورن منصور کي ايس ايم ايس ڪري پڇا ڪيم تہ هي ترائيل ڪهڙي وزن ۾ آهي؟ منٽ بن ۾ سندس جواب اچي پهتو:

"فاعلاتن فعولن فعو".

جڏهن انهيءَ سان گڏ منصور اهو بہ ٻڌايو تہ متيون وزن عام استعمال هيٺ آهي، تڏهن پنهنجي مطالعي جي محدود هجڻ جي پڪ ٿي وئي. خاص طور ڪراچيءَ ۾ رهڻ وارن ٽيهارو کن سالن دوران سنڌي شاعريءَ جا نوان ڪتاب پڙهڻ کان محروم رهندو آيو آهيان. جن مشهور شاعرن جا مجموعا مون ڪوشش ڪري وٺي پڙهيا آهن، تن ۾ مون کي اهو وزن ياد نہ ٿو اچي. نئين ٽهيءَ وارن شاعرن جا ڪتاب وري اينرا گهٽا ۽ ٽڪڙا ٽڪڙا ٿا ڇپجن جو اهي وٺڻ ۽ پڙهڻ ڪافي مشڪل مشق لڳي ٿي. مون وٽ تبصري لاءِ يا "ٻہ اکر" لکڻ لاءِ بہ جيڪي مجموعا اچن ٿا، تن جي شاعري پڙهي مُنهن متو پٽڻ تي دل چوي ٿي. پبلشنگ عام ۽ آسان ٿيڻ سبب هر سنڌي نوجوان شاعري ڪرڻ ۽ ان جو ڪتاب ڇپائڻ لاءِ آتو آهي. اهڙي ماحول ۾ شاعريءَ جو معيار، ان جا ماڻ ماپا، خيال ۽ فڪر، وزن بحر تہ رهيا هڪڙي پاسي، لفظن جي بيهڪ ۽ ردم بہ ڳوليو نہ ٿو لڀي. پر جيڪڏهن تبصري يا پيش لفظ ۾ ايمانداريءَ سان راءِ ٿي ڏجي تہ ڪتاب ڇپجي اچڻ تي پتو پوي ٿو تہ اهو تبصرو پيش لفظ يا ايو شامل ئي نہ ڪيو ويو آهي.

منصور سيتائي سچ پچ تہ سنڌ جو اهو سيبتو شاعر آهي جنهن مان تمام گهڻيون اميدون آهن. تنهن ڪري ڪيس گهڻي لکڻ جي مشق ڪرڻ سان گڏوگڏ تمام سنو لکڻ جي مشق بہ جاري رکڻ گهرجي. چاڪاڻ تہ ٿالهيءَ ۾ مليل ٿورا ڪٽا ماڻهوءَ جي معتبرائپ جو ڀرم رکندا آهن... اها ڳالهہ ان ڪري بہ ڪيان ٿو جو ٻين دوستن وانگر مون کي بہ پڪ آهي تہ منصور کہ ڏاتار سندس اُميد کان وڌيڪ ڏات سان نوازيو آهي. ڪيس پنهنجو پاڻ کي فقط ڪرڻو آهي. دڙا ۽ ڍير کوٽجڻ کان پوءِ ئي تهذيب جو ورثو وائکو ڪري ڏيهہ کي ڏيکاريندا آهن تہ ڪک هيٺان لک هيٺن پيل هوندو آهي.

**سقراط سيتائي**

ڪراچي 18 جولاءِ 2015ع

آئون سوچيان پيو خود ڪشيءَ جو
زندگي تي سڏيندي رهي.
ڪو بہ ڪرڻو نہ آ روشنيءَ جو
آئون سوچيان پيو خود ڪشيءَ جو

سُور آهي وڏو هن صديءَ جو
تي غلامي گڏيندي رهي.
آئون سوچيان پيو خود ڪشيءَ جو
زندگي تي سڏيندي رهي.



آئون پڪان پيو تو درشن لئہ
منهنجا محبوب تون ڪٿي آهين؟
پيار آهي ضروري جيون لئہ
آئون پڪان پيو تو درشن لئہ

تنهنجي ياڪر ۾ تنهنجي ٻانهن لئہ
آئون اوڏانهن اچان جتي آهين.
آئون پڪان پيو تو درشن لئہ
منهنجا محبوب تون ڪٿي آهين.؟



چنڊ تارا ڪِڙي پيا آهن،
ڇا تہ رنگين رات ٿي آهي.
پيار جا سُر ڇِڙي پيا آهن،
چنڊ تارا ڪِڙي پيا آهن،

پوئٽر گُل ٿي مِڙي پيا آهن،
جڻ مُڪمل حيات ٿي آهي.
چنڊ تارا ڪِڙي پيا آهن،
ڇا تہ رنگين رات ٿي آهي.



منهنجي نيڻن جي روشني آهين،
توسوا آئون نُپ انڌو آهيان.
تون ئي منهنجي تہ بندگي آهين،
منهنجي نيڻن جي روشني آهين،

من جي مندر جي مُورتي آهين،
جنهن جي پُوڄا پيو ڪندو آهيان.
منهنجي نيڻن جي روشني آهين،
توسوا آئون نُپ انڌو آهيان.



نہ پايل، نہ چُوڙيون، نہ گجرا ڏئي ويو
ڪراچيءَ مان منهنجو چيو ساجن نہ موٽيو
’ايندس عيد تي‘ ڪُوڙا واعدا ڏئي ريو
نہ پايل، نہ چوڙيون، نہ گجرا ڏئي ويو

رُڳو سُور ڏئي ويو ۽ سپنا ڏئي ويو
وٺي مون لئہ ڪنگڻ ۽ درپن نہ موٽيو.
نہ پايل، نہ چُوڙيون، نہ گجرا ڏئي ويو
ڪراچيءَ مان منهنجو چيو ساجن نہ موٽيو.





قدم قدم تي محبت وندي، مون پيار ڏنو
اکين کي آس هُئي وڇڙڻ کان پوءِ جلد ملون.
مگر اوهان تہ عمر ڀر جو انتظار ڏنو
قدم قدم تي محبت وندي، مون پيار ڏنو

زماني موت ۾ درد بار بار ڏنو
ڇئون کي گيت نوان پاڻ ۾ مِلون ۽ کلون.
قدم قدم تي محبت وندي، مون پيار ڏنو
اکين کي آس هُئي وڇڙڻ کان پوءِ جلد ملون.



نِينهن جي ناوَ هن کي ٻوڙي وئي،
جنهن لا گهر گهاٽ در ڇڏيئين پنهنجو.
جنهن لئه رشتا سمورا ٽوڙي وئي،
نِينهن جي ناوَ هن کي ٻوڙي وئي،

آ پنهنجو پاڻ کي ئي لوڙهي وئي،
جيئَن پاڙو ءِ تر ڇڏيئين پنهنجو.
نِينهن جي ناوَ هن کي ٻوڙي وئي،
جنهن لا گهر گهاٽ در ڇڏيئين پنهنجو.



منهنجو معراج تنهنجي قدمن ۾،
آئون پنڪان، رُلان بہ چو در در.
زندگي آهي تنهنجي ٻانهن ۾،
منهنجو معراج تنهنجي قدمن ۾،

جنتون ڪي نہ تنهنجي نيڻن ۾،
آئون بئي ڏانهن ڏسان بہ چو آخر.
منهنجو معراج تنهنجي قدمن ۾،
آئون پنڪان، رُلان بہ چو در در.



آسماني ڪتاب آهين تون،
توکي ترتيب ڏئي رهيو آهيان.
ڪنهن پيمبر جو خواب آهين تون،
آسماني ڪتاب آهين تون،

زندگيءَ جو نصاب آهين تون،
صاف تڏهين چئي رهيو آهيان.
آسماني ڪتاب آهين تون،
توکي ترتيب ڏئي رهيو آهيان.



روح جي راڳڻي اُجي آهي،
آءُ ملهار تي ڪڏهن مون وٽ.
هيلوڪي سانوڻي اُجي آهي،
روح جي راڳڻي اُجي آهي،

دل بہ منهنجي گهٽي اُجي آهي،
شالَ ترسي پوين او مَن مون وٽ.
روح جي راڳڻي اُجي آهي،
آءُ ملهار تي ڪڏهن مون وٽ.





منصور جي هن شعري مجموعي ۾ غزل، گيت، وايون، نظم ۽ ترائيل شامل آهن. مسودو پڙهڻ کان اڳ ۾ مون کيس رڳو غزل جي شاعر طور سڃاتو پئي، پر هاڻي سندس گيتن بہ مون کي موهيو آهي. منصور سيتائيءَ جي شاعري سندس سُپاءَ جيان وڻندڙ آهي. اڄ جي سنڌي شاعريءَ ۾ موضوعاتي حوالي سان ڪيتريون ئي رنگا رنگيون سمايل آهن ۽ منصور سيتائي بہ پنهنجي هم عصر شاعرن سان، اهڙو وکر وِهائڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهي.

**اياز گُل**
سکر

منصور سيتائي جيڪا شاعري ڪئي آهي، سا محبت جي جزيرن تي انتظار ڪندڙن جي شاعري آهي. هيءَ اُها شاعري آهي جيڪا پنهنجو پاڻ تي پڌري ٿيندي آهي. منصور جي شاعري زندگيءَ جو ساز آهي، دل جي دنيا ۾ سمايل حقيقتن جو هڪ آرگن آهي، جذبن جي بانسري آهي، خيالن جو راڳ آهي، حسن جو ترانو آهي ۽ محبت جو گيت آهي. اُن محبت جي شاعريءَ جي تخليق وسيلي منصور غير محسوس طور تي شعر جو شعور بہ بيدار ڪيو آهي تہ محبت جي جذبي کان پڻ سُونهون ڪرايو آهي.

**غلام مصطفيٰ سولنگي**
ڪراچي

رنگين تنهائي [شاعري]
منصور سيتائي



naeemdeswali

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ِ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهـو ڪُوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. پيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـڙِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽانڌڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اِڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)